# اُڀ ٽِمِي ٽِمِي پِيو

(شاعري)

## شيخ اياز



نيو فيلڊسَ پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمدَ ، حيدرآباد سنڌ .
1990ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ پنجٽيهه

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد ، حيدرآباد ، سنڌ . |
| ڇپيندڙ | شهزاد پرنٽنگ پريس<br>ياني خان چاڙهي ، حيدرآباد ، سنڌ . |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ | لغاري اين لغاري ڪارپوريشن ،<br>ڪلهوڙا ڪالوني ، حيدرآباد ، سنڌ . |
| پهريون ايڊيشن | جولائي 1990ع |
| | قيمت 60/- روپيا |
| | پڪي جلد سان 80/- روپيا |



---

UBHR CHAND PUS PREEN (Poetry) written by: SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition July 1990. Price Per Copy Rs. 60/-

# انتساب

ايڪويهين صديءَ جي نالي–

شيخ اياز

❁ کنڌي پهتي ڪانه يا آمن امان
ٻاجهه ٻلاٽي ٻانئيان
(شاه لطيف)

❁ ٻلاٽي= ٻيٽاري- ٻيٽ

# مهاڳُ

ڪافي سال اڳ مون جان آسبورن (John Osborne) جي ڊراما "ليوٿر" ۾، ڊراما جي مکيه ڪردار مارٽن ليوٿر (Martin Luther) جا اهي لفظ غور سان پڙهيا هيا، "مون کي ايٿن ٿو نظر اچي ته مايوسيءَ مان نڪرڻ جا ٽي طريقا آهن. هڪڙو اهو آهي ته يسوع ۾ پورو پروسو هجي، ٻيو اهو آهي ته دنيا تي غصي ۾ پرجي وڃجي ۽ اُن جو نڪ ۽ ناسون رَتو رَت ڪجن، ۽ ٽيون طريقو اهو آهي ته ڪنهن عورت سان عشق ڪجي."

مون ٽيون طريقو ته ڪيئي ڀيرا آزمايو آهي ۽ نه رڳو سنڌ ۽ پنجاب پر بمبئيءَ، ماسڪو ۽ لنڊن تائين، اُنجي موسلاڌار مينهن ۾ وهنجيو آهيان. اٿين آهي ته مون فطرت ۽ فن سان به ايتري ئي محبت ڪئي آهي جيتري عورت سان ڪئي آهي

مون ٻيو طريقو به آزمايو آهي. ڊوسٽو وسڪيءَ پنهنجي ناول رُوڊِن (Rudin) ۾ لکيو آهي ته هڪ چڱو ٻول هڪ چڱو ڪارج به آهي. (A good word is also a good deed)

مون هن وانگر سدائين سوچيو آهي ته منهنجي شاعري ئي منهنجو بهترين عمل آهي، منهنجي بهترين سياست آهي ۽ دنيا کي بدلائڻ لاءِ منهنجو بهترين ذريعو آهي. مون نوجوانيءَ ۾ انگريز سامراج جي خلاف ڪيترا نظم لکيا. جڏهن اُجيا مان ٽين درجي انگريزيءَ ۾ پڙهندو هوس ته اهڙا نظم شڪارپور مان نڪرندڙ روزاني اخبار "سوراج" ۽ ڪراچيءَ مان نڪرندڙ روزاني "سنسار سماچار" ۽ ڪجهه رسالن ۽ ڪاليج جي مخزنن ۾ شايع ٿيندا ها. ڪراچيءَ ۾ به مون ڪيئي نظم "اسين نه رهياسين ته ڇا ٿيو" "او باغي او راج ڊروهي" وغيره لکيا جي

پروفيسر رام پنجواڻيءَ سنڌ جي ڳوٺ ڳوٺ، شهر شهر ۾ ڳاتا. نوجوانيءَ کان وٺي مان سي.آءِ.ڊي جي ڪڙي نظر هيٺ رهيو آهيان. آزاديءَ کان پوءِ نه رڳو مون قتل و غارت ۽ بغض و نفرت جي مخالفت ڪئي ۽ پاڪستان ۾ جهالت پسند ۽ آمريت پرور طبقن خلاف پنهنجي شاعريءَ جي زور آزمائي ڪئي پر وَن يونٽ کان پوءِ هن وقت تائين شاعريءَ ۾ جمهوريت دشمنيءَ جي پُرزور مخالفت ڪئي آهي. مون اِشارا، ڪنايا، تشبيهون، تلميحيون، استعارا، اساطير (ڏند ڪٿائون) ۽ ٻيا شاعرانه حربا استعمال ڪري، پنهنجي پوري تخليقي قوت ان ۾ صرف ڪئي ته جيئن جمهوريت دشمن ۽ استحصال پسند نظام جي پاڙ پٽي وڃي ۽ اُن دؤر جي آجيان ڪئي وڃي جنهن جا بنياد محبت ۽ اخوت تي ٻڌا وڃن. ان ۽ اهڙيءَ شاعري جي نتيجي ۾ مون فوجي حڪومت ۽ بيوروڪريسيءَ جا ڏنل طرح طرح جا عذاب قبول ڪيا. ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته مون پرپور زندگيءَ لاءِ مارٽن ليودر جا مٿي ذڪر ڪيل ٻئي ٻه طريقا پنهنجي وِت کان وڌيڪ استعمال ڪيا آهن. مون تي بار بار اها تنقيد ڪئي وئي آهي ته مان چار سال وائيس چانسلر هوس ۽ اهي چار سال منهنجي شاعري پنهنجي دؤر تي پوريءَ طرح حمله آور نه ٿي سگهي آهي. مان اِن سوال جو جواب پنهنجن اڳين ڪتابن ۾ ڏئي چُڪو آهيان. (ٽئگور ۽ اقبال ته پنهنجي سياسي وابستگي جي باوجود هڪ پيرو به جيل ۾ نه ويا ها جيتوڻيڪ مان ٽي پيرا ويو آهيان ۽ اهڙي وقت جڏهن ڌرتيءَ تي پوائنٽا پونچال آيا ها.) هتي مان رڳو اهو ٿو چوان ته لينن امن-انعام يافته شاعر فيض احمد فيض، جو منهنجو دوست به هو، ڀٽي صاحب جي چوڻ تي اسلام آباد ۾ نئشنل ڪائنسل آف آرٽس جو پنجن سالن لاءِ ڊائريڪٽر ٿي رهيو هو. هن جي اشتراڪي محرم ۽ سوانح نويس سبطِ حسن چَواڻيءَ، "هو صدقِ دل سان اهو سمجهندو هيو ته عوامي حڪومت جي راڄ ۾ هُو پاڪستان جي فن ۽ تهذيب جي ڀرپور خدمت ڪري سگهندو پر افسر شاهيءَ جي اڳيان هن جي ڪائي ڳالهه نه هلي.

خود احتسابي (پاڻ کان حساب وٺڻ جو عمل) هُن لاءِ هڪ الڳ عذاب ٿي پئي. هن جيڪي پنج سال حڪومت سان گڏ گُذاريا، اُهي هن جي شاعري لاءِ بي ثمر (اڻڦل) سال هيا. خود هُن کي به اهو

احساس هو مگر (بقول فيض)✿ "دامنِ تهِ سنگ آمده پيمانِ وفا هي" واري ڳالهه هئي.

(سبطِ حسن جو ڪتاب سُخن در سُخن- صفحو ۷۲)

مون ته "لڙيو سڄ لڪن ۾" ڪيتريون وايون نوڪريءَ جي دور ۾ لکيون هُيون، جن مان ڪجهه سنڌيونيورسٽيءَ جي پرڪ رسالي ۾ به ڇپايون هُيون، اها ٻي ڳالهه آهي ته اُهي مان سنڌ جي شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ ۾ پڙهي نه سگهيو هوس جيئن مان ون يونٽ واري دور ۾ پڙهندو هوس ۽ ضيا آمريت جي دَور ۾ سرڪاري نوڪريءَ مون کي نه "جائي رفتن نه پائي ماندن" واريءَ حالت ۾ آڻي ڇڏيو هيو. نوڪريءَ جا چار سال پورا ٿيا ته مون فوجي آمريت خلاف ڪافي ڪجهه لکيو ۽ پنهنجي فن جي پرپور قوت آمريت جي خلاف استعمال ڪئي. انهيءَ ڪري مان ضيا جي هِٽ-لسٽ (Hit List) تي هوس. اِن جي گواهي سوڀي گيانچندانيءَ جهڙو دانشور ڏئي سگهندو جنهن پنهنجي زندگي انقلاب جي نذر ڪئي آهي.

باقي مارٽن ليودر جو مٿي ذڪر ڪيل پهريون طريقو مون موڪيءَ جي مٽ وانگر اِنهيءَ پَو ڪان ڪم نه آندو آهي ته متان سَري جي سُرڪ متارا ماري نه وجهي.

هاڻي دنيا ڪافي بدلجي وئي آهي ۽ گورباچوف جهڙو رهبر به ويٽيڪن (Vatican) وڃي اُتي مذهبي قدرن (Religious Values) جي ساراهه ڪري رهيو آهي. اِئين ٿو لڳي ته انقلاب جا ستر سال تاريخ جي مال گاڏيءَ مان ڪنهن اُمله داڳيني وانگر ڪري پيا آهن. يورپ ۾ سال ۱۹۸۹ع اشتراڪي نظام خلاف هڪ انقلاب وانگر آيو.

اِن ۾ شڪ نه آهي ته سوشلزم دنيا جي سياسي تفڪر تي پنهنجو دائمي اثر ڇڏي چُڪي آهي. آخر يُنو، نهرو، ناصر، سوئيڪارنو ۽ نڪروما به ته سوشلسٽ هيا ۽ اُهي پنهنجي عوام جي سوچ کي هڪ جٽادار موڙ ڏئي ويا آهن. اِن ۾ به شڪ نه آهي ته اسٽالن مارڪسزم-لينزم کي اُهو ڪاپاري ڌڪ هنيو جهڙو نيپولين فرينچ انقلاب کي هنيو هو. اها ٻي ڳالهه آهي ته صدر ميخائيل گورباچوف هاڻي

✿ وفا جو وعدو اِئين آهي جيئن پٿر هيٺان پاند اچي وڃي (فيض)

روسي سماج ۾ ائين تبديلي آئي رهيو آهي جيئن بورجوا جمهوريت جي حاميءَ ڪيرنسڪيءَ ١٩١٧ع ۾ روس ۾ آندي هئي. مُنهنجي هِنَ بحث جو مقصد اهو آهي ته ستر سال جي رائگان ڪوشش منهنجو ڪميونزم جي بنيادي فلسفي جدلياتي ماديت ۾ اعتبار لوڏي وڌو آهي. دراصل جدلياتي ماديت ته ڇا، ماديت، بورجوائي خواهه اشتراڪي، بنهي ڪي مان شڪ جي نگاهه سان اکي به ڏٺو آهي ۽ هاڻي وڌيڪ چڱيءَ طرح ڏسان ٿو.

وهيءَ جي هن موڙي تي جڏهن سج سمنڊ تي لهي رهيو آهي ۽ پاڻيءَ تي اُن جا پويان پاڇاوان پنجي رهيا آهن،تڏهن مون کي اُها ڳالهه ياد اچي رهي آهي جا پروفيسر ناگرائي اسان کي سي ائنڊ ايس ڪاليج شڪارپور جي فرسٽ ييئر ۾ سنڌيءَ جي ڪلاس ۾ ڊي.ڪي.آزاد جي ڪويتا ۾ گوتم ٻُڌ جي جيوٽيءَ تي ليڪچر ڪندي، ٻُڌائيندوهو ته "ڪنهن ماءُ جو ننڍڙو پُٽ مري ويو هو ۽ هوءَ روئيندي گوتم ٻُڌ وٽ آئي هئي ته جئن هو ڪنهن ڪرامت سان ڪيس پُٽ زنده ڪري ڏي. ٻُڌ هُن کي چيو ته "شهر جي گهر گهر ۾ وَڃ ۽ اُتان سرنهن جا داڻا اهڙن گهرن مان وٺي اَءُ، جتي ڪوئي موت نه ٿيو هُجي، هُن گهر گهر پني ڏٺو پر هنڪي اهڙو ڪوئي گهر نه مليو جتي ڪوئي نه ڪوئي مري نه ويو هجي. جڏهن هوءَ ٻُڌ وٽ موٽي آئي تڏهن هُن وٽ سرنهن جا داڻا ته ڪونه هئا پر هن کي گهرو احساس هو ته موت کان فرار ناممڪن آهي."

اُن وقت کان مون اها ڳالهه ڪڏهن به نه وساري آهي ته هر ڪنهن کي موت جو ذائقو چکڻو آهي ۽ ان ڪري مون کي بيماريءَ ڪڏهن به مايوس نه ڪيو آهي ۽ راتين جون راتيون جاڳي، مون هڪ ڪتاب "اُير چَنڊَ، پَسُ پرين!" لکيو آهي. مون کي عرفيءَ وانگر اهو احساس به آهي ته:-

گمان مدار ڪہ تو چُون بگذري، جهان بگذشت
هزار شمع بکُشتند و انجمن باقيست

(اهو گمان ۾ به نه آڻ ته جڏهن تون اُجهاميويندين، تڏهن سارو جهان اُجهامي ويندو،
هزارين شمعون اُجهامي ويون آهن، پر انجمن اُجا باقي آهي.)

مان پاڻيان ٿو ته انسان جي سياسي جدوجهد ۽ نيڪيءَ ۽ بديءَ

جي وچ ۾ پنجهه ڪشي ابدي آهي ۽ ڪنهن به سماج ۾ ختم نه ٿيڻي آهي.

ماديت يا جدلي ماديت جي فلسفي ڪي شبي سان ڏسڻ يا اُن ڪان بنهه انڪار ڪرڻ، ڪو بري ڪان چڱي تائين ۽ چڱي ڪان وڌيڪ چڱي تائين جدوجهد ڪان انڪار نه آهي. دراصل جنهن به فلسفي ۾ انساني شخصيت ۽ اُن جي روحاني آزاديءَ ڪان انڪار آهي، جنهن به فلسفي ۾ تعصب ۽ انسان ذات لاءِ نفرت آهي، انسان جي برابريءَ ڪان نابري واري وٺي آهي ۽ هن جي ذات ڪي قابلِ احترام نه سمجهيو ويو آهي، مطلب ته جنهن به فلسفي ۾، تصوف جي اصطلاح ۾ انسان ڪي ذاتِ خُداونديءَ جو پرتو نه سمجهيو ويو آهي ۽ جمهور جي آواز ڪي قطعي نه مڃيو ويو آهي، اهو فلسفو بنهه رد ڪيو وڃي چو ته ان مان نيٺ اسٽالن يا مائو جي اشتراڪيت يا نازي Weltan Schuung (پوري دنيا جي باري ۾ نقطہ نظر) وانگر فتني ۽ فتور ڪان سواءِ ڪجهه به حاصل نه ٿيو آهي. تصوف جي ترڪِ دنيا واري پهلوءَ کي مسترد ڪري، ٿورا فڪري تضاد پاسيرا رکي ڏسبو، ته ايئن لڳندو ته لاطيني آمريڪا جي مسيحي انقلابين جي جدوجهد ڪنهن حد تائين ساڳي دڳ تي هلي رهي آهي. رڳو هندو، عيسائي، صيهوني ۽ اسلامي بنياد پرست دنيا ڪي هڪ وبا جيئن وچڙي ويا آهن ۽ بيو ته ڇڏيو، روس جي سمرقند، تاشقند ۽ بين شهرن تائين پنهنجون ڪارروايون ڪري رهيا آهن ۽ چين جي ڪاشغر ۽ڪرگهيزيا تائين پنهنجا نظريا آڙ بڻائي، بغاوتون اُياري رهيا آهن. مان پانيان ٿو ته مُورخ ٽوئن بي (Toynbee) پنهنجي تاريخ ۾ چيو آهي ته هر تهذيب ۾ تخريب جا جراثيم آهن .(Seeds of Potential destruction) پر جي اشتراڪي معاشري ۾ به اهڙا جراثيم هُئا، ته اهو ڪنهن کي معلوم نه هو ته اشتراڪيت پورو گول چڪر (Full circle) ڏئي موٽي آهي ۽ ستر سال ۾ اچي پنهنجيءَ تباهيءَ تي پهتي آهي. حيرت آهي ته چائوشيسڪو جي قتل ڪانپوءِ رومانيا جي مِشن يو.اين (اقوام متحده) جي ٻاهران هڪ پوسٽر هنيو آهي ته "اسان انقلاب جي خلاف شروعات ڪان وٺي وڙهي رهيا هياسين." ۽ رومانيا جي قومي جهنڊي تان هٿوڙو ۽ مترڪو گُم ٿي چُڪا آهن. پراگ ۾ ناٽڪ نويس وئڪلاف هَنول (Vaclof Havel) لاءِ چيڪوسلويڪيا جو پريزيڊنٽ ٿيڻ جو ٻُڌي،

مون کي شيليءَ جا لفظ ياد آيا تہ "واقعي شاعر ئي دنيا جا قانون ساز آهن (Poets really are the legislators of the world)

مان ائين نہ ٿو چوان تہ دنيا جي هر حڪومت ڪنهن نہ ڪنهن ناٽڪ نويس يا شاعر کي سُپرد ڪئي وڃي پر مان چوان ٿو تہ هر قانون ساز اداري جي هر فرد لاءِ ضروري آهي تہ هن کي هڪ ناٽڪ نويس يا شاعر جي دل هجي، جنهن ۾ انسان دوستي، آدميت جو احترام، حرص ۽ هَوَس کان بي نيازي، تشدد ۽ جبر لاءِ نفرت ۽ دنيا جي دولت ۽ اقتدار جي فنا پذيريءَ جو احساس هجي ۽ ان ڪري بقا جي تلاش ۽ اُنهن ذريعن جي جستجو هجي جي بقا جا حامل آهن. ويدانت ۾ اُن کي "ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهہ ۽ اهنڪار" جو تياڳ چيو ويو آهي.

ڪجهہ گذريل سالن کان سامي (Semetic) مذهبن ۽ هندو، ٻُڌ ۽ جين مت جي مطالعي مون ۾ ڪيئي سوال اُڀاريا آهن جي زندگيءَ کان وڌيڪ موت سان تعلق رکن ٿا ۽ جن ۽ جن جي ڪجهہ جوابن جي گونج "اُپر چنڊ، پس پرين"، جي پوئين حصي ۾ آهي. هينئر جڏهن موت جي سرحد ويجهي اچي پهتي آهي تڏهن مون ۾ اهو احساس گهرو ٿي رهيو آهي تہ اسان مان هر ڪنهن کي مرڻو آهي ۽ اُهي سڀ جن کي اسان پيار ڪيو آهي، يا تہ مري چُڪا آهن. يا جلد يا دير سان مرڻا آهن. پر مون کي اڃا تائين معلوم نہ آهي تہ جڏهن انسان مري وڃي ٿو تڏهن هُن جو ڇا ٿئي ٿو؟ ڇا جسم جو موت شخصيت جو اختتام بہ آهي؟ يا شخصيت هڪ پائنده شعور جي حيثيت ۾ ابدي آهي؟ ڇا انسان نئون جنم وٺي ٿو؟ يا هُن کي ٻيهر جسمِ خاڪي نہ ٿو ملي ۽ هُو هڪ روحاني جسم وجي رهي ٿو؟ ڇا موت کان پوءِ زمان ۽ مڪان جو سلسلو آهي؟ جي آهي تہ مدام آهي يا عارضي آهي؟ ڇا شخصيت ڪنهن روحاني حقيقت ۾ مدغم ٿي وڃي ٿي جيئن بوند سمنڊ ۾ سمائجي ويندي آهي؟ ڇا اِن لاءِ (Eschatology) (جيڪي انت ۾ آهي، ان جو علم) يا (Pareschatology) (جيڪي موت کان پوءِ ۽ انت کان اڳ ۾ آهي، اُن جو علم) ۾ فرق ضروري آهي؟ ڇا آواڳون (Transmigration of Souls) هڪ حقيقت آهي يا پُنر جنم (Reincarnation) هڪ حقيقت آهي يا ٻنهي ۾ ٿورو گهڻو سچ آهي؟ يا مورڳو ڪيئي ڪائناتون

آهن ۽ روح جو ظهور ٻيءَ ڪنهن ڪائنات ۾ ٿئي ٿو؟ مون راتين جون راتيون جاڳي انهيءَ تي سوچيو آهي ته ڇا انسان پنهنجا پراڻا ويس وڳا لاهي نوان ويس وڳا پائي ٿو؟ جي ها ، ته ڪڏهن ڪان ۽ ڪيستائين؟ ڇا ڏک سک، سونهن اسونهن، پاڳ نياڳ لاءِ ڪوئي سبب آهي يا اهو رڳو اتفاقي آهي؟ اهو ڪيئن آهي ته مون پهريون شعر تڏهن چيو جڏهن منهنجي عمر ڏهه ٻارنهن ورهيه هئي ۽ اُن جو بحرو وزن لڳ ڀڳ پورو هُيو؟ ڇا هن زندگيءَ کان اول مون کي شاعريءَ سان واسطو رهيو آهي؟ منهنجيءَ شاعريءَ ۾ ڪيڏا نه منظر آيا آهن جن کي مون شعوري طور ڪڏهن به ڏٺو نه آهي؟ جرمن موسيقار موزارٽ (Mozart) ائين ورهين جي عمر ۾ اهڙي موسيقي ڪيئن ڏني جو ڪُهنه مشق موسيقار به هن کي ٻڌي حيران ٿي ويا؟ ڇا پهرينءَ نظر ۾ محبت يا نفرت جو جواز گذشته زندگيون آهن. ننون ڄايل ٻار ماءُ جو ٿڃ چوسي ٿو. ڇا اها جبلت (Instinct) هن کي اڳين زندگين مان ملي آهي؟ ڇا ماڻهو موت کَان ان ڪري ڊڄن ٿا جو اڳي به بار بار هو موت جي اذيت مان گذريا آهن؟ ڇا هن اپار ليلا ۾ ڪيئي جِيوَ آتمائون آهن؟ جي ها ته هر جِيوَ آتما جو آتما سان ڪهڙو ناتو آهي ۽ اُن جو انت ڪهڙو آهي؟ ڇا هي چِتُ ۽ اچِتُ ، هيءَ پرڪرتي مايا جو حصو آهن؟ موڪش ڇا آهي؟ ۽ جي انت نروان ئي جنم جنم جي چڪر مان ڇوٽڪارو آهي ته اُن ڇوٽڪاري لاءِ ايڏا هزارين جنم ڇا لاءِ ؟ جي انت ڪائي "نانهه" آهي ته پوءِ هن جنم ۾ ئي موت اُنهيءَ "نانهه" ۾ سمائي ڇڏي ته ڪهڙي بُرائي آهي؟ ڇا هي سنسار بي معنيٰ آهي، اُن کي ڪوئي مقصد نه آهي؟ ڇا لنگَ شريرُ ✽ (Linga Sharira) هڪ حقيقت آهي؟ مون اِن تي ٻه سوچيو آهي ته انسان ذات ۾ هيءَ نروان لاءِ چاهنا ڇو آهي؟ مهاڀنا ٻوڌي مَت ۾ آفاقي پيارُ، جو ٻوڌي ستوا جي سگهاريءَ ديو مالا ۾ رچي راس ٿيو، ڇا ان ۾ دل ۽ دماغ جي روشنيءَ ۽ ڪَهل ۽ ٻاجهه جو اهو تصور آهي جو پنهنجيءَ نرواڻ کي تيستائين ترسائي ٿو، جيستائين پوريءَ انسان ذات کي نرواڻ جي دڳ لائي؟ ڇا هڪ انقلابيءَ جي ذهني ڪيفيت

✽ لنگَ- سرير جي اندر ڪا سوکيم شيءِ جا موت ناس نه ٿو ڪري سگهي.

ساڳي نه آهي؟ جي آهي ته پنهي جا ذريعا ڪيترا نه مختلف آهن؟ ڇا تشدد وارا ذريعا مقصد کي ئي ڦيرائي نٿا ڇڏن؟ ڇا سامي مذهبن ۾ انسانجي خدمت جي ذريعي اجتماعي نجات (Corporate Salvation) جو تصور فقط اشتراڪي انقلاب جي نعري وانگر وجي رهيو آهي ۽ سچ پچ فرد جي نجات هن دنيا جي حرص و هوس کان مٿي اُبري فقط پنهنجيءَ شخصيت جي اصلاح ۾ آهي؟

مون سامي مذهبن جو ڪافي گهرو مطالعو ڪيو آهي، پر فساد خلق جي خوف کان، فقط ٻُڌ مت ۽ هندو مَت جي چنڊچاڻ ڪري رهيو آهيان پر منهنجي شاعريءَ ۾ هر مذهب ۽ مت مان، ۽ هر فلسفي مان ڪيني سوال اُڀري آيا آهن جي پنهنجا تضاد سلجهائڻ چاهَن ٿا؟ مان اهو چڱيءَ طرح ڄاڻان ٿو ته هن جيون جي ڇاپا ٿورو وقت آهي ۽ ان ٿوري وقت ۾ انساني ڪارج کي اولين اهميت آهي پو به منهنجن ڪنن ۾ گوتم ٻُڌ جا لفظ گونجڻ لڳن ٿا.

"ڏس، ڪيئن سڀ شيون گذري ويون آهن، ناس ٿي ويون آهن، الوپ ٿي ويون آهن. ان ريت ساري جوڙ عارضي آهي بي اعتبار آهي. اِن ساري جوڙ سان ملي ڪک ٿي پنون ٿا، اِن سان ملي وچڙي وڃون ٿا ۽ نيٺ سارا بندن ٽوڙي وڃون ٿا."

شيڪسپيئر جي هڪ سانيٽ جون پهريون چار سٽون آهن:-

Like as the waves make towards the pebble shores,
So do our minutes has ten to their end,
Each changing place with that which goes before,
In sequent toil all forwards do contend.

(جيئن لهريون پٿرائينءَ ڪنڌيءَ ڏانهن ويندڙيون آهن. ان ريت (اسان جي زندگيءَ جون) گهڙيون پنهنجي انت ڏانهن تيزيءَ سان وڃي رهيون آهن.

هر ڪا (گهڙي) اُنهيءَ سان جاءِ بدلائي ٿي جا اُن کان اڳ گذري چُڪي آهي.

۽ اِهي (گهڙيون) سڀئي لڳاتار جاکوڙ ڪري وڌي رهيون آهن.)

ٻُڌمت ۾ انت (Anatta) جي مَتي تي مون ڪافي غور ڪيو آهي.

ساڳيءَ طرح افلاطون (Plato) جي ڪتاب (Phaedo) ۾ ذڪر ڪيل روح جي پابندگيءَ تي به غور ڪيو آهي، جنهن کي ڪئٿولڪ چرچ، ٿامس واري دينيات(Thomist Theology) ۾ اپنايو آهي. ان دينيات کي هر ڪنهن قبول نه ڪيو آهي ۽ فلسفي مان سبب ڏني اُن تي تنقيد به ڪئي آهي، ۽ اهڙي تنقيد خاص ڪري جرمن فلاسافر ڪانٽ ڪئي آهي. اهڙيءَ طرح مون "دک" جي فلسفي تي به سوچيو آهي. پالي ٻوليءَ ۾ دک جي معنيٰ پيڙا آهي ۽ اُن جي فلسفيانه معنيٰ "اڻ-خاطر خواهي" (Unsatis-factoriness) آهي ۽ ان نئي معنيٰ ۾ گوتم اِهو لفظ ڪم آندو آهي. اها زندگيءَ جي اڻ-خاطر خواهي اُن جي عارضي هجڻ سبب آهي. ٻُڌ جي چوائيءَ، "جو به ڪِڻ ڀنگر آهي، اُهو دڪم (پيڙا) آهي.

مون اِن تي به سوچيو آهي ته جي ٻيو جنم آهي ته ڇا انسان ٻيهر ماءُ جي پيٽ مان پيدا ٿئي ٿو؟ ڇا اڳين جنمن جي ياد کان سواءِ اُنهن ۾ اعتبار ممڪن آهي؟ ڇا موت اهڙو اوچتو جهٽڪو ٿو ڏئي جو ان ۾ اڳين جنم جي ياد کي ويسر واري ٿي ڇڏي؟ ڇا ڪي اهڙا ماڻهو به آهن جن کي اڳين جنم جي ياد آهي؟ مون کي ١٩٦٢ع ۾ نارائڻ شيام ٻڌايو هو ته اُها ڇوڪري هن سان گڏ نوڪري ڪندي آهي، جيڪا ننڍپڻ ۾ پنهنجي اڳين جنم جون ڳالهيون ڪندي هئي ۽ جا مهاتما گانڌيءَ کي اُتر پرديش ۾ پنهنجي اڳين جنم واري مڙس وٽ ولي وئي هئي ۽ هن کي گهر مان اهو ڪجهه ڳولي ڏيکاريو هيائين جو سندس مڙس کي به معلوم نه هو؟ ان باري ۾ خبرون اسان تڏهن پڙهندا هياسين جڏهن اسڪول ۾ هوندا هياسين. ڪجهه سال پوءِ ايم.اين.راءِ هڪ مضمون لکي، گانڌيءَ کي ان ڳالهه تي رد ڏنو هو. تناسخ جي باري ۾ جي تضاد آهن، مون اُنهن تي به سوچيو آهي ۽ اهي سڀ ڳالهيون جينيات (علم توالد وتناسل (Science of genetics) جي لحاظ کان ويچار ۾ اچي ڏنيون آهن.

شاعر ڪي فلسفي يا سائنس دان نه هوندا آهن. هسپانوي-آمريڪي فلاسافر جارج سنتيانا (١٨٦٣ع کان ١٩٥٨ع تائين) ٽن فلسفي شاعرن ليوڪريشس (يوناني)، ڊانٽي (اطالوي) ۽ گوئٽي (المانوي) تي هڪ ڪتاب لکيو آهي ۽ اُن ۾ گوئٽي تي لکندي چيو اٿائين، "گوئٽي ذهين ترين انسان هو، ايترو ذهين جيترو هڪ فلسفي ٽيڪنيڪي

(technical) معنيٰ ۾ نہ تہ تہ سگهي. اهو صحيح آهي تہ هو پنهنجي ساري زندگي (اسپنوزا (Spinoza)- سترهينءَ صديءَ ۾ (ائمسٽر ڊئم جو يهودي فلسفي) جو پوئلڳ هو ۽ هن کي فلسفي ۾ فطرت پست (Naturalist) ۽ وحدت الوجودي (Panthiest) چئي سگهجي ٿو. اسپنوزا جي پوئلڳي هن کي سوچ جي لچڪ ۽ پنهنجيءَ راءِ جي آزاديءَ کان وانجي نہ ٿي ڇڏي. هو اسپنوزا جو فطرت جو ميڪانڪي تصور قبول نہ ٿو ڪري. گهٽ ۾ گهٽ، اسپنوزا جي اُبتڙ، هو ڀاڻ جهڙن خاص حق ڏنل روحن (Privilaged souls) کي دائمي زندگيءَ جو حامل سمجهي ٿو. ٿورن لفظن ۾ چئجي تہ گوئٽي هڪ باترتيب (Systemetic) فلسفي نہ هو...... فيلسوفن کي اهلِ قلم تي اها برتري حاصل آهي تہ اُنهن جا ذهن، چاڪاڻ جو وڌيڪ باترتيب آهن، آسانيءَ سان پرچار ڪري سگهن ٿا، اُهي اثر تہ گهٽ پيدا ڪن ٿا، پر ڀڄ وڌيڪ چئي وڃن ٿا......"

گوئٽي جي ڊراما "فائوسٽ" جي باري ۾ سنتيانا وڌيڪ لکي ٿو، "فائوسٽ بنيادي طور هڪ رومانوي نظم هو، جو ان لاءِ لکيو ويو هو تہ هڪ ڦلانتيءَ ۽ چنيءَ ذات جو ڀرپور اظهار ڪري، دل کي جهنجهوڙي، ذهن کي تصور جي ڪارنيوال (Carnival) سان وائڙو ڪري، وندرائي، ٿرٿلائي ماٺيو سيکاري، ۽ جي اسان اُنکي فلسفي جي نقطہ نظر سان ڏسون، تہ اُن ۾ ڪيئي چوٽيون آهن، اندر جون سوجهيون آهن، اڌ-پڌريون، جي پنهنجيءَ فيلسوفائيءَ مراد ۾ اُنهيءَ سرڪاري سداچار کان وڌيڪ آهن، جو مصنف کي دير سان آيو هو."اڳتي هلي هو گوئٽي لاءِ چئي ٿو، "گوئٽي هڪ رومانوي شاعر آهي، هو نظم ۾ هڪ ناول نويس آهي، زندگيءَ جو فلسفي آهي- فلسفو، جنهن کي عمل، ياد ۽ خود ڪلامي (Soliloqui) اسان مان هر هڪ جي زندگيءَ ۾ پيش ڪن ٿا."

منهنجي شعر ۾ بہ فلسفي جي انهيءَ کان وڌيڪ اهميت نہ آهي. جيتوڻيڪ هن وقت تائين منهنجي گهڻي رغبت ماديت جي فلسفي سان رهي آهي، جنهن جواظهار مون شاعريءَ ۾ بارڀار ڪيو آهي. پر زندگيءَ جي هن موڙ تي، مون اُنهن حقيقتن تي گهرو سوچيو آهي جن کان مان اڪثر لنوائيندو رهيو آهيان ۽ مان ڀانيان ٿو تہ انهن حقيقتن کان لنوائڻ جو سبب، نہ رڳو منهنجي دؤر جو جديد سياسي فلسفو ۽ اُن جو

گهرو مطالعو هو، پر اهڙو لنوائڻ منهنجي رومانوي طبيعت جي منطقي تقاضا بہ هئي. اينئن آهي تہ ما بعدالطبيعاتي (Meta physical) نقطہ نظر ۾ ڦيري ، منهنجي سياسي وابستگيءَ ، قومي يا بين الاقواميءَ ، ۾ خاص ڦيرو نہ آندو آهي. مان اجا تائين جارج بش ۽ مارگريٽ ٿيچر جي سياست ۽ اقتصاديت جو قائل نہ آهيان. حق ۽ انصاف لاءِ جدوجهد ڪنهن الوهي حقيقت ۾ اعتبار جي منافي نہ آهي. دراصل اهڙي حقيقت ۾ اعتبار نہ رکڻ جدوجهد کي بامعنيٰ بڻائي ٿو پر ان کي وڌيڪ تيز ڪري ٿو ۽ پنهنجن آدرشن کي حاصل ڪرڻ لاءِ موت کي بہ خوشيءَ سان قبول ڪرائي ٿو. غور سان ڏسجي تہ ماديت جو نظريو ڪوئي اهڙو دليل نہ ٿو آڇي تہ چو ڪنهن آدرش لئہ ڪنهن جي خوبصورت لب ور رخسار تان هٽ ڪجي، ۽ ڪڙاهہ تي چوڏس جو چنڊ چڙهي، رڻ ۾ رتوڇاڻ ٿجي! منهنجو سارو روحاني تجسُس ۽ ماديت جي قطعيت کان انڪار، سنڌ ۽ پوري انسان ذات جي ڏکي عوام سان منهنجي محبت ۽ اُن جي حمايت ۾ رتيءَ پر ڦيرو نہ آندو آهي ۽ نہ وري مُلن ۽ مشائخن جي قريب آندو آهي، جن جي پاڇي کان بہ مان ساري عمر دور رهيو آهيان. دراصل موت جي نـاقـابـلِ فـرار حقيقت ، مون لاءِ پُسيون ۽ پيرونءَ ، پُوريون ۽ پَوَنتريون ، پاٿياريون ۽ پنهواريون وڌيڪ پُراسرار ۽ بي معنيٰ بڻائي ڇڏيون آهن. هن ڪتاب جا پويان صفحا ، بظاهر ڪانگهارن گوهن وانگر گهاٽا آهن پر غور سان ڏسبو تہ اها ساري شاعري ماءُ جي ٿڃ وانگر لطيف ۽ زندگي بخش لڳندي.

مون هن شاعريءَ جي تخليق لاءِ ڪيترا پيرا ننڊ مان اُٿي فرانسيسي شاعر جيرارڊ دي نرول (Jerard de Nerval) وانگر سوچيو آهي تہ "خواب بہ زندگي آهي." (Dream is another life). ڪيترا پيرا مون اپالي نيئر جي انهيءَ سٽ تي سوچيو آهي تہ "مان مينهن جي ڦڙيءَ وانگر ڪاري پاڻيءَ تي ڪري ، اُن ڪاري پاڻيءَ ۾ گم ٿي ويندس ، ۽ پوءِ پنهنجي واهيات وايو منڊل تي سوچي ، اُن سان مُندو اٽڪايو آهي. اينئن ٿو لڳي تہ منهنجي شاعريءَ ۾ غيبت ۽ حضور واري ڪيفيت رهي آهي. مان ڪڏهن پاڻ کان غائب آهيان ۽ ڪنهن ازلي حقيقت اڳيان حاضر آهيان ۽ ڪڏهن اُن ازلي حقيقت کان غائب آهيان ۽ پاڻ اڳيان حاضر آهيان. ويجهڙائيءَ ۾ مون محسوس ڪيو آهي تہ رات جي وقت

جديد فرينچ شاعر فلپ جيڪوٽي (Philipp Jacottet) وانگر،
"مان پنهنجي ڪمري ۾ ويٺو آهيان ۽ خاموش آهيان.
خاموشي، ڪنهن ملازم وانگر اچي، شين کي ٺيڪ ٺاڪ ڪري
ڇڏي ٿي.
۽ مان ترسان ٿو ته پل ڪُوڙ ٽڙي پکڙي وڃن."
ڪافي وقت کان مون پنهنجون راتيون زمان ۽ مکان جي چڪر تي سوچيندي گذاريون آهن ۽ اِنسان جي تاريخ تي سوچيو آهي ته اُن ۾ ڪيتريون خرمستيون ڪيون آهن!
"ڇا اڃا منهنجو ارتقا ۾ اعتبار رهيو آهي؟ جيرو زلسڪيءَ جي شرمناڪ شڪست ۽ چائوشيسڪو جي سرِ عام موت، اُن آئيني کي ٽوڙي وڌو آهي، جنهن ۾ اسان پنهنجي صورت ڏسي، اِنهيءَ ڳالهه ۾ اعتبار آندو ٿي ته اسان باندر مان انسان ٿيا آهيون. ڇا ان آئيني کان ڪوثر ۽ سلسبيل ۾ آدم جو عڪس برو آهي؟ بهرصورت چوڏاري خوابن جون ڪرچيون پکڙيون پيون آهن جن تي صدين کان انسان ذات جا پير لهو لهان آهن. پر به سفر جاري آهي، ڪٿي ته ڪُنڊر آهي ۽ ڪائي ته اجتماعي منزل ويجهي اچڻي آهي. انفرادي منزل لاءِ مون اڳ ڪڏهن ڪڏهن سوچيو هو پر مون کي بيماريءَ ۽ تنهائيءَ ۾ ايترا ڪيني خيال آيا آهن جي مون اڳ اجتماعي جدوجهد لاءِ غير ضروري سمجهي، لنوائي ڇڏيا ها. مان سيپٽمبر ١٩٨٩ع ۾ لنڊن کان ستر ميل پري، ڪول چيسٽر پرسان اُها ڊيڊي ڏسڻ ويو هوس، جنهن جي پر تي ويهي انگريز مصور ڪنسٽيبل ڊيڊي ۽ اُن تي لڳل پن چڪيءَ جون تصويرون ڪڍندو هو. اُن وقت مون سان منهنجي زال زرينا، منهنجي ڏوهٽي روماسا ۽ ڪجهه ميزبان ساڻ هُيا. اسان اڃا اُن جاءِ تي پهتاسين، جتي ڪنسٽيبل جون تصويرون يادگيريءَ جي نشاني (Souvenir) طور وڪامي رهيون هيون ته بارش تيز ٿي وئي ۽ اسان ڇٽيون کوليون، اُنهن جي هيٺان بيهي تصويرون ڏسڻ لڳاسين. مٿان ميپل (Maple) جا وڻ پنهنجون ڇٽيون کولي بيٺا ها. اهو منظر مون کي ايترو مانوس لڳو جو مون ڊيڊي تائين وڃڻ جي ضرورت محسوس نه ڪئي جا ٿوري پنڌ تي هئي. مون اُن وقت سمجهيو ته بگر پارڪر ۽ ڪينجهر وٽ ۽ اورنگزيب جي زال رابعه دُراني جي مقبري کان ڪجهه پنڌ تي (غالباً

اُجين ها پن ڇڪي ڏسي مان ايترو مضطرب ڇو ٿي ويو هوس. مون کي ائين لڳو ته مان ڪيئي پيرا اڳ هتي آيو آهيان. ڄڻ ته اهي تصويرون مُنهنجون نڪتل آهن!

جڏهن مونکي لنڊن ڏانهن ڪار ۾ ٿي آياسين ته اُهو منظر هڪ اجنبي سُراغ رسان وانگر منهنجو پيڇو ڪري رهيو هو.

ڪراچيءَ مونکي مون هي ڪتاب پن مهينن ۾ لکيو. هن کان اڳ ۾ مون "الوداعي گيت" لکيا ها جي هاڻي "سهڻي" رسالي جي شيخ اياز نمبر ۾ ڇپيا آهن. جا به حقيقت مون کي هلائي رهي آهي، مون اُن جو اِن لاءِ ٿورو مجبور ته اُن مون کي شاعري لاءِ هڪ ٻيو به وجهه ڏنو آهي، پر جيڪي مان چوڻ ٿو چاهيان، اُهو جنيوا ۾ Cern ✿ جي تجربي گاهه وانگر آهي، جو تمام ٿوريءَ جڳهه لاءِ، سج جي گرميءَ کان چار سَؤ مليڻ پيرا وڌيڪ گرمي پيدا ڪري سگهي ٿو ۽ نئين مادي جي تخليق به ڪري رهيو آهي پر في الحال اهڙي شاعري منهنجي مُٺ مان ترڪي ٿي وڃي. نيٺ ته اُها منهنجي اظهار جي گرفت ۾ ايندي! مان ڄاڻان ٿو ته اها آس مان هن جنم ۾ پوري ڪري نه سگهندس. پر جي مون کي ان لاءِ چوراسي لک ڦيرا ڏيڻا پيا، ته ڏيندس. في الحال ته مون کي (Phoenix) (ققنس) وانگر نئين زندگي ملي آهي ۽ هن جنم ۾ ئي پنهنجيءَ رک مان اُڀري آيو آهيان.

شيخ اياز
٢٨ اپريل ١٩٩٠ع

---

✿ Cern جي تجربي گاهه تي معلومات لاءِ ١٦ اپريل ١٩٩٠ع جي آمريڪي هفتي وار ٽائيم جا ٣٦ کان وٺي ٤٢ تائين صفحا پڙهيا وڃن.

# ڀلنامو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ۱۰ | ۲۳ | ڪائنسلِ | ڪائونسل |
| ۱۲ | ۸ | موڙي | موڙ |
| ۱۲ | ۲۲ | هڪ | هي |
| ۱۴ | ۷ | حرس | حرص |
| ۱۶ | ۱۳ | . | :- |
| ۱۶ | ۲۰ | has ten | hasten |
| ۱۷ | ۲ | پابندگي | پايندگي |
| ۱۹ | ۱۱ | لب ور رخسار | لب و رخسار |
| ۲۰ | ۸ | ۾ ڪيتريون | ڪيتريون |
| ۸۵ | ۶ | آئٽ | آئٽُ |
| ۱۵۳ | ۲ | هيءَ جي | هيءَ جا |
| ۱۵۷ | ۳ | جهانء | جهانء ۾ |
| ۱۵۹ | ۳ | پارائيون | پارايون |
| ۱۶۷ | ۴ | يائين | پائين |
| ۱۸۲ | ۹ | مان | تو |
| ۱۹۶ | ۱ | ڪنڊينءَ | ڪنڊين |
| ۲۲۶ | ۳ | ٽر | تر |
| ۲۲۹ | ۶ | آs | آنءَ |

بـنـا آئينـي، ڏسيـن پئـي پـاڻَ کـي،
چـا مُنهنجـي سينـي، تو کي پاڻُ پَسائيـو؟

هـيءَ چـانـڊوکـي چيـٽَ جـي اَجائي ناهي،
اَمـرتـا آهـي، تُنهنجـي منهنجي پيارَ کي.

آڙي جـئـن اُڏرِي وجـهـي پـائـيءَ تي پاڇـو،
مُنـهـنـجـي مَـن تـي تـو تُنهنجو پاڇائون پوي.

تُنهنجـيءَ چولـيءَ جا پـرين کولي مون ٻيڙا،
صـدين اوسـيـڙا لاٿـا تُنهنجي کِـن مـان.

آئـــي آنـهـ تـہ ويـهہ لاهـيِ پنهنـجـي پانڌٽي،
مُنهنـجـي ٻُـنيِي پيهہ اَج بہ ڪُنواريءَ وانگيان.

ســاجُـهـر سويري ڪڏهن تـو سان مان نہ اُٿـان،
مُـنـهـنـجـــي نِــنڊَ متان اکيون اورانگهي وجي!

آئــوُن تـہ هـان تـو لاءِ ڪـنهـن سَپنيِ جو سَپنو،
پـــر مـون کي پنهنجو تُنهنجِي جاڳَ جڏهن ڪَري!

تـــوکيِ يـاد ڪـيـان ڪـيسـين ٿـڌي ساهہ سان،
تـــون جـا ڏرتـــيءَ کان دُور وئـيـنءَ آڪـاس ۾؟

جتي بادلَ ٻُرج اُتي تون آهين ڪٿي؟
تو ليءِ مُنهنجي گهُرج ڏونگرَ ڏوري پُونءِ تي.

تون جا چَنڊ جيان، تو مان پيا لا پريت جا،
پيو روزُ پِيان، اُڃ اُجهي ئي ڪا نہ تي.

اجا آهين ٻِي، توڙي مُنهنجي ٻَڪَّ ۾،
تون جا مُنهنجي تِي مون ڪي ڏارِي تِي لڳين.

جَڻ ڪوئي آواز سڀ ڪان اُپري تو مَتي،
آهي ڪنهن جي پيار ۾ راڳي تُنهنجو رازُ،
سُر ڪان سوا سازُ وڄي وڃندو ڪيترو!

هي جي چڱون رانئيون رَت سان سارِي راتِ،
مُنهنجي نيڻن مان وسِي ڏوئي ٿي برسات،
تون ڇا ڄاڻين تات جيڪا مُنهنجي تانگهہَ ۾ .

تون ٻہ تہ روئين ٿِي ٻاهر ڪاريءَ ٻاٽ ۾ ،
ڇا ڪَي ڏوئين ٿِي من تان ايڏي مينهَن ۾ !

صدين کان سينڌو هُيس جڻ تُنهنجو آئوُن،
تُنهنجون صدائوُن آيون ٿي آغوش مان.

هوءَ خالي ڪوٺِي هيءَ چانڊوڪي پٽِ ٿي،
ڳولي ٿي ڳوٺِي توکي، تون ويندو رَهين!

اَڪّ ملي اَڙجي وچِي اِئين ڪوھہ تئي،
جَڙجي لوھہ تئي، ماٺو ماٺو پڪّ ٿي.

اَڪّ ملي، اَڙجي وچِي ڪنهن سان پنهنجو پاڻَ،
شايد چاڻَ سُڃاڻَ ڪا ڏورانهين ڏيهہ جي!

مون کي چاڻَ سُڃاڻَ جَڻ ڏِسندي ڏنا ٿون،
اَٽڪايون آئون ڪالهہ جِئين توسان اَڪيون.

جَڻ مون مان تي ڪا اَچي اَڳئين جنم جي رَڙ،
مون کي اِئين نہ تَڙ جي مان توڙي گهورِيان!

تون مان هوندا سين هَرَڻُ ۽ هَرڻي اڳي،
تون جا دُور پيچين جن مون اڳتان رُڃَ ۾.

پهرئين پيري جيءَ ۾ ڪُپي ڪيئَن وَئينءَ؟
جَن مون پاند پٽينءَ ورهيه سپ واري ڪَري.

توکي عُمر هَپائيو تون تہ اڳي جئن نانهہ!
ڪائي پو بہ اڳانهِن سَرتي! تُنهنجي سونهن ۾.

پيارُ نہ پوڙهو تو تئي پوڙهو تئي تو پاپُ،
ورهين ليءِ وَرلاپُ ساڳي پيڙا پيارَ جي.

پرڏيهي ڏيهي وڏو تو جو ٻيهر ٻَڪُ،
مُنهنجو مَنُ مورکُ پيهي ويو پڇتاوَ ۾.

مُنهنجي وارَن تي هُيا چڻ تہ هوا جا هَٿَ!
اڄ آڌيءَ راتِ اَڪيَڪَ سُپنا تُنهنجا ساهہ ۾.

باهہ وِڏو ياڪُر ڪا جَر چرڪائي وئي،
مُنهنجي "مونِ" ۾ تو ٻَري چڻ ڪو آدي سُر،
آ ڪيڏي هُر ڪُر تنهنجي اِن آواز ۾!

ڪنهن ڪوئيو، ڪنهن ڏي وڃان سَڏُ نہ ڏئي ڪو،
ڇا آهي ڏوڪو، جيڏيون! ساري جندڙي؟

توهَر ڪَندا ڪيترا مون ۾ جئن سارُن،
ڪنهن کي ميارُون، ڏَئِي ڏِين ڪينڪي.

* جئن ٿو هر تي ماڪَ، تئن مون تُنهنجون سمرتيون،
چِڪيا مُنهنجا چاڪَ توکي ساري سُپرين!

او هرٽيءَ جهڙيون اکيون مون کي اِئن نہ تَڪيو!
وِڃي ڏيلُ ڏکيو وارياسي جي واٽَ تي.

هيءَ جا آهي باهڙِي اِن جي چوڌارِي،
ڳالهہ پرينءَ سان رَبَ جي ڪيڏي آ پيارِي!
گهر ڪان ناهي گهٽگهرِي هيءَ دنيا سارِي،
وارِي ئي وارِي اُن ڪان باهر وَستيون!

* سِمرتيون – يادگيريون

اَڇُوتي آهي اڃا تُنهنجي جِندڙي،
مون توکي چاهي ڪو پاڇو اپنائيو!

ڇا توکي اڏرات اُڀُّ لڳي تو آرسي؟
توکان ڪائي مات چَنڊُ ڇُپِي ويو ڇيڙَ جو!

پوئِين ويرَ اَچِي وِئي مون کي ڇاتيءَ لاءِ،
ڏرتيءَ کي شرماءِ جنهن مون کي توکان ڇنو.

تُنهنجون اکيون ماڪَ جئن ٽَڏيون ٿانهريون،
توکان پو بہ تِيوُن ڏيرج مون ليَءِ ڏُنڏَ ۾ .

هِــيءَ جا جهنگَ سيال جِي سا ٻـ تـ تُنهنجِي آهِ،
تــون رانـجهو تــي چاهِ هـيءَ اڳيئِي هَنجَ ۾ .

هـيءَ جـاهوُنءَ تـ وَلِ ٻانهُون وجهي ڪَنڌ ۾ ،
اِنَ سـان ڳـجهـ نـ سَلِ، پڌر پـونـدي ڳالهڙي.

مان ئي آهيان اوڙڪون مان ئي سارو ميِنهنُ،
پوءِ ٻـ توسان نينهُن، مُنهنجو سانوڻَ سِجَ جان.

ٻــاهــر اُتَــر- سـيـڙهـيــون چَـڙهـي پئِـي واءُ،
ڪـڏهـن اَنــدر آءُ مــون وٽ جـهـيـڻـي ٻاهڙِي.

ڪاوَڙ ۾ تون ڪامِٽي ڏيندي وَئينءَ وينَ،
مُنهنجا پِنَل نينَ، ڇو تو ڏنا ڪينڪي؟

مان پورو پڇتاءُ ڏسُ، ڳولِي مُنهنجُون اکيون!
جڻ پنهنجو هر گهاءُ آهيان آنءُ نِهارَ ۾.

ائين نہ اگهڻ ليٽُ چَنڊُ پيو توکي تَڪي،
تون جو ڪوئي ٻيٽُ نَيَ جي نيري سَمنڊَ ۾.

تون اِئن جئن وهندي نديَ مان جئن ڪَنڌيءَ ڪانهُن،
اِئي آنَ مون ڏانهن تون پر ڏاڍيءَ دير سان.

ڪڏهن نيڻَ گلاب جئن ڪِن لِيَءِ ڪڙن تا،
روئِي ڻِڙن تا توکي ساري سُپرين!

اِن ۾ پنهنجو اولڙو تو تي پسايو،
تو ڇو ٺُڪرايو پوري، پڳءِ ڏَرسني؟

تو سان پيارُ ٿِئَي ويو تو بن عجب ڏيرُ!
جَڻ ڪوئي زنجيرُ مُنهنجي من تان ويو لهي.

ڪيڏو ڏُک پاتو آهي مون توسان ملي!
پَلُ پَلُ پاراتو تُنهنجِي مُنهنجِي پريتڙي!

هيءَ جا تُنهنجي بي رُخي اُنهيءَ جو افسوسُ،
هونءَ تہ وَهيءَ سوسُ پليو هُيو پيارَ کان.

ڇا ڇا ڇَپَ ڇَپِي سَگهن ڪِلي ڏنائون،
پرين ۾ آئُونَ وچ ۾ ڪيئَي ٿهڪڙا.

آيا مُنهنجي ساز ۾ ڪيڏا سَرتين سَنگَ،
جئن جَرهيڙيءَ رَنگ آرهڙ جي آڪاسَ ۾.

جِيئَين ٿَرَ تي مينهن ۾ اُس ڪري ٿِي تاءُ،
اِيئَين تو ۾ ساءُ ٿريچاڻِي ٿانهِري!

* جرهيڙي - چنڊ جي چوڏاري پڙِي

ايڏا جوڀن ڏينهڙا ڪٿي هُئين تُون؟
ڪيڏيون ڏِنئه مون اوجاڳي جون راتڙيون!

ڪنهن ڄاتو ٿي تون ايندين مون ڏي اوچتو!
پِرندي تون سان پوُن ٻُرندين ايڏو ٻاهران.

جيڪِي آهي پيارَ ۾ نفرت ۾ ناهي،
مون توکي چاهي چا چا ساهه سَمائيو!

ڪلهه مون توکي ننڊِ ۾ ڪيڏو ڪَيو پيارُ،
جڻ سارو سنسارُ مُنهنجي ساهَ سَمائيو!

هيءُ تہ سَپنو هو جي تون سِاپيا مِ هُجين،
مان توکي ڪيڏو جيڪر ساههَ سَمائيان!

تُنهنجا تورا ڪئن لهن مون وَٽ سِجُ نہ چَنڊُ،
نہ هي مُنهنجو مَنڊُ جو توکي جهولِيءَ وجهان!

توُن جا سُرياٽوُن ڪرين مون سان آهين ڪيرَ؟
چيا مون پُٽ تان پيرَ تُنهنجا ايندا ڪينڪي.

چُمي تُنهنجون آڱريوُن تُنهنجيءَ ڏسَٽيءَ ڪي،
ڪَتيءَ ڏي موڙِي چيو، 'آنءُ وڃان پيو'.

تون جا پنهنجا ڇپَ مون تائين آهِين پئي،
ڇا تون مِنّيءَ لبَ آهين ماٺوءَ روُپَ ۾ ؟

ڇپَ اگر ٿيندا مِنّي ڇُميون هونديون ڪٿ؟
ڇا ڪا آهي وَٿِ موٽَ جياپي وچ ۾ ؟

تو لئي ساڳيو آنءُ ٿوڙي ساڳو ناهيان،
توکي مُنهنجو نانءُ اِئن ڇو لڳو اجنبي!

ڇهرو ويو گُهنججي اڃيرا ٿيا وارَ،
پوءِ بہ تُنهنجِي، پيارَ! لوڏَ لڪائي مُون پَريان.

جيئـيـن سانوَڻ جا ڪَڪر ڦسي پَئينءَ ايئَن،
ايـڏا ڳـوڙها ڪيئَـن، سانديَا هُيئَ ساهَ ۾ ؟

پـرينءَ سان پل لاءِ تـون مُنهنجا ڪيپَ ڪلي،
مِلـڻ ڪاڻِ مِـلي ورِي ڇـو وِڇـڙي وَئـِـن؟

تـون جا مُنهنجي سَڌَ جو پَڙاڏو آهيـن،
مـوُن کي تي چاهين، مان جو تو ۾ تو ڀُران!

گـهـايَـل هَرڻيءَ جيئَن تو مون کي وراٿيو،
مون تـہ اڃا تاٿيو، ناهي ڪانُ ڪَمانَ ۾ !

ٽالهيءَ هيٺان ٽورَ وِسرِي وِسري ڪينڪي،
پاڇاوان لاهورَ مون تي تُنهنجي پيارَ جا.

آهي اڳ وانگر اڃا مون ۾ تُنهنجي گونجَ،
او پرديسِي ڪُونجَ اَڄ تون ڪهڙي پارَ تي؟

ٻَتي وسائيِ، تو سان گهرُ روشن ڪَيان!
توکي ڳَرَ لائي، واريان ساريءَ سوچَ کي!

ڪُونجون ڪَرڪن روهَ تي ڪٿي آهين تون؟
توکي ڳولي مُون ڪيڏا پنڌَ پُڇائِيا!

ڪُهه جاڻان سنسار ۾ ڪَهڙي رِڻَ ڪاهِن،
اَڻ - ڄاتل آهن تُنهنجوُن هرڻيءَ جئن اکيوَن!

مون لئه ڪنهن پيونچال جئن اڄُ به آهين تون،
مان ساريڪِي پُون تُون جئن هيئان هاڪڙو.

هِي جي رهيا راتڙي پرهه ويندا پارِ،
تِن سان جَهٽ گُدارِ جيسين سِيڪِن باهڙيَ!

هيئان سُورج تِرورا مٿان مُرغابيون،
منهوڙيَ جُون تَون ساروُن سارِينديِن گهٽو!

مَتان پائين سَمنڊَ تي سدا هوندين تون!
لهريون ۾ لانچون توکي سارينديون گهڻو.

اَڃو پَکي واءُ ۾ ڪوئي اَڻ- سُونهون،
اِسٽيمر دونهون ڪاري ڪڪر وانگيان!

پريان پکيّ واءُ ۾ پَرڙا هڻي ٿو،
ڪيڏو وَڻي ٿو پاڻيءَ تي پوپَٽ جيان!

لانچَ وڃي ٿي سَمنڊَ مان بنهي پاسي گج،
ٿَر جون پَٽون بَج جيئين ڏَڻَ ڏَراڙ سان.

❁ سانجهي ميرانجهي ڏسي، ڪَنيُو بمبوءَ تان،
ڪاڏي، ڪُهه جاڻان اُڏري ويو اوچتو!

اَڄ نہ چيٽِي چَنڊَ جو ميلو منهوڙي،
ڇا ڇا تو ٻوڙي سَمنڊُ سمائي پاڻ ۾!

⊙ آڏيءَ رات اُماس ۾ مَڇي لُوٽائين -
متان اِئن پائين ڪاريءَ چَنڊُ سمائيو!

❋ هن جي ڏاڙهي ايئَن جئن تَمرُ ڪارِيءَ تي،
❋ وينو واريءَ تي وڏي سُوئا مڇيون!

❁ ڪَنيُو - پاڻيءَ جو هڪ پکي
⊙ لوٽائين - لوڻُ لڳائي سُڪلَ
❋ تمر - سمنڊ جي ڪارين پرسان اُپرندڙ گاهہ
❖ سُوئا - مڇيءَ جو قسم

هيءَ سلوڻي شامَ، توسان مُنهنجي بُمبَئي!
ڪَراچيءَ وسرامَ، جنهن کي سارينداگهڻو.

منهوڙي تي ڪيترو انسانن انبوهُ،
سَمنڊَ نہ ڪنهن سان موهُ سَڀَ کي ڳرڪائي وڃي!

چَندُ لڳن تا ٻيجَ جو مون کي هُن جا چَپَ،
ڪرنافليءَ ڪَپَ، پَر تي چَڪما سُندري. ❁

سِجُ لهي سانجهي تيو شارع فيصل تي، ۞
سَجُ پَچُ سوني کي ڪنهن ٻہ نہ ڏٺو شهر ۾!

❁ ڪرنافلي – چاٽگام ۾ وهندڙ هڪ ندي.
۞ شارع فيصل – ڪراچيءَ جي هڪ سڙڪ.

* تون ڪينٽيءَ جي ڪونجَ، تون ڪٿِن ميٽروپولَ ۾ !
جڻ ساري لاٿُونج تو ڏي مُنهن ڦيري ڏٺو!

ماٺهو تُنهنجو مُل ڏيئي ڏيندا ڪيترو!
ٿاهيو تولئہ تُل آهي ڪنهن آڪاس ۾.

متان پنهنجو هَٿُ ڦهلائين ڪنهن جي اڳيان!
پنهنجو اَنتُ اَڪَٿُ مايا سان ماپي ڏسِين!

ڪيسين پنکَ پتوڙَ پنجي، تنهنجي واءُ ۾!
توکي ڇاجِي لوڙَ جنهن لِيءِ اُڏرِين ايترو؟

* ميٽرو پول - ڪراچيءَ جو هڪ هوٽل.

ڏوئَل ﭘَـر ڦـَڙڪـن پيا ٽُـٻـرڪـا ڏيـئـي،
ويـئِـي ڙِيءِ ويـئـي مـڇِـي چـائـي چُـنـج ۾ .

تـوڪان سَـوا هِـيـئَـن ڪـنَـڀ هـجـن هـا مورَ جا،
جيـڪـِي جـادوءَ جيـِئَن ڦـهـلـيـا ميگهه ملار ۾ !

هَـر هَـر هـو هُـدهُـد ڪيسين ٽارِيءَ تي ڏسان!
سُـونـهَـن ڏسِـي سُد ٻُڌ مون ڪَان سڀ وسرِي وئِي!

ڪـيِـئَـن نـه ڪَـنـديءَ ڪامَـسان بيٺو ڳل لائي!
اِن سَـان ا لائـبـي چـو آ چَـنـڊُ هُـجـائـتـو؟

---

❖ ڏوئل – سمنڊ جو هڪ پکي.
◆ چُنج – چُهنب.

مون چاهيو خوشبو ڏسان ڪافي ناهه گُلابُ،
ڇا تون مُنهنجو خوابُ پورو ڪندينءَ جيئري؟

جي هُو ڪولي پنکڙيون ڇڻ هوُ مُنهنجو مَن،
ڪيڏي نہ پُورَن آ دائوديءَ دَرسني! *

سانجهي تي آهي ٽيمز نديءَ تي،
فرق تہ ڪو ناهي جتي سِجُ ٻُڏي وِڃي!

مان ٽيمز تي ڏنڊ ٻاڇي عُمر پُڳي، ❁
هاڻي رات رُڳي ڏوُرانهون ڏسجي پئي.

---

* درسني - آئينو

❁ ٽيمز - ندي جا لنڊن شهر مان وهندي آهي.

منهوڙي لاچُون چڻ سايا جئن سهڙيون،
پر جي تا جاچُون سي سپ سپنا سمنڊ جا.

جَر کي جهوٽا ڏئي چڻ هي سارو منڊُ،
پينگهه لُڏي تو چَنڊُ ساري رات سمونڊ ۾!

۞ اڳُ ئي چورين ريپڙيُون ڳهَڳهَن مان ڳهورن،
مون کي ڏسي تن- ويتر ڳاٽ اُيا ڪيا.

ساريندءُ سنگهار، لَڏيائُون جي لوءِ مان،
چُنڊا پَٽي چارَ تِن کي ڳوليندءِ ڳهٽو.

۞ ريپڙي - متيري ڪان وڏو، متيري جي جنس جو ڦل.

* ساميون جا آڪاس جي سوجهرڙي ۾ چانهہَ،
چا ڪو چوندو، ’آنهہ‘ اُن جي نيِريءَ ’نانهہ‘ ڪي!

هيءَ جا ڳاڙهي ڳانءِ آ ٽَر جي ريتيءَ تي،
ڇا ڪي سِج لَٽي لَڪائي ٽي لوُڻ ۾ ؟

❁ آنءُ سِرنگهوءَ جِيئَن هاٺي آهيان ٽاڪُئون،
ڪنهن جاتو هو هِيئَن وارينڊِي مون ڪي وَهِي!

تڙ تي اِيئين نيِنگريوُن ٽِڙي ٽَهہ ٽَهہ ڪَن،
❂ موراڙيون مَهڪن جِيئين سانوڻ مينهن ۾.

---

* چانهہ - هڪ پکي جنهن کي نيرڙا پَر ٿيندا آهن.
❁ سِرنگهو - ٽر جو هڪ وڻ جنهنجون ٽاريون ٽاڪيون ٿينديون آهن.
❂ موراڙيون - ٽر جون ڪي وليون

جئن توهر جون چونيون لَڳن سِجَ لتي،
وَرندي واهڻ ڏي سَرَ تان تِئن سنگهاريون!

کهڙيون ٻاتيون تو ڪَيان ساريون راتيون مان،
ٻارنهن ماسيءَ سان ٻَلهاريءَ آڪاس ۾! *

سانجهيءَ پاڇا سانورا، پيلو روهيڙو،
مارو گَهرَ- پيڙو-سوري پيو مونگهڙو. *

ڊُرڪين پيو ڊارَ ۾ چاڙهَ متان ناهين،
ڏي، جي تون چاهين چُمي پوئين سِجَ کي!

* ٻلهاري - رڻ پرسان زمين جو هڪ حصو
* مونگهڙو - ڪائين جو ڳلو

چرڪي هن تي سوچيو، "باھ تہ ناهي ڳهَڻ؟"
ڪُنير آويءَ وٽِ جاڳي ڪاٽِي راتڙي.

❁ ڏِسُ هِي ڪونجُونَ، ويلڻيون، پاٽيون ڪُنيرَ هَٽ.
ءِ هي پَدر پَٽِ سَپنا سارا چنڊ جا!

تو ڪي سِر ڏوٽي بُڏان تون اِئن تو چاهين؟
۞ تون جو ساراهِين مون وٽ ريجهل شاه ڪي!

* پويان ڪُتا ڏَپڙيا ڪيڏا سهڙَ ڪَڏَ!
جَڻُ ڪا جيئَڻَ اَڏِ تَرڪائِي تَي موتَ ڪي!

❁ ڪونجون، ويلڻيون، پاٽيون - ڪنيرن جا تاهيل ڪجهہ نڪرن جا ٽانوَ.
۞ ريجهل شاه - سنڌ جو عوامي شاعر
* ڏپڙياڪُتا - ڪُتا جن ڪي شڪار جي ڏَپ اچي

نُنهَن کُجهه رَبَّ رَڏِي پئي، خالي پاٽوڙو،
۽ سَهرو ٻوڙو ڳالهيون ٻُڪِئي پيٽ جون!

پاڻيءَ پاٽيون ولهه ۾. مَستان جن پارو،
وانديون، وسڪارو اُترُ اوتون تو ڪَري.

* سَگهه ڏني ڪُجهه سيءَ ۾ هِن ڪي ڪوسي ڪِرنگهَ
ڪُجهه آويءَ جي سِرنگهَ جنهن ۾ ٻارڻُ تو ٻَري.

وڏيون چَنڊَ تلاوَ تي پويون پرڇايون،
ڇا تو سوچين تون، نِوڙِي اُن جي نيرَ تي؟

* ڪِرنگهه – اُن جو قسم جو ڀهراڙيءَ ۾ ڪاٺيندا آهن.

جڻ ڪِي پَکيءَ پيرَ اَڄ ڌرتيءَ تي وائڙا،
اُڏري ٽِي آڪاس ۾ هيءَ ڪويتا ڪيرَ،
آهن پِنيءَ پيرَ هيرُون جنهن جي هنج ۾؟

سَپنا ساري راتِ جَرڪن مُنهنجيءَ جاڳَ ۾،
جيسين ٽي پريَاتِ مون کي نِنڊَ نہ آئُڙي.

آڌيءَ جو آڪاس ۾ تارا ٽِمَ ٽِمَ ڪَن،
تيسين رمَ جهمَ ڪَن جيسين ٿَرَ تي راتڙي.

هن ڌرتيءَ کان دُور بادل جت بيهن نہ ٿا،
اُتِ پهچِي مون پُورُ آڇي مونَ کي آڇيو.

ٻهـراڙيءَ ۾ تـو ٻُـڌي سَـر ۾ سـوُرج جيئَـن،
تـو پـڻ مـون ۾ تـيِئَـن سـهـسين رنگَ سَمَائيا.

سـانجـهـيءَ ويـرا، واءُ ۾ جـوئـر سـونـا سنگَ،
تـن ۾ ڪـيـڏا رنـگَ لـهـنـدي سِـجَ سمـائيا!

ٽـانـگـرِ مـٽان مـاڪَ جهونجهڪڙي جي جيءَ ۾،
جنـهـن تـي تُـنهنجي تـاڪَ تـارن ٻـرِي راتڙي.

ڪـا ٻـ نـ تُنهنجي آد آ ڪو ٻـ نـ تنهنجو اَنتُ،
آهـين جـڻ تـ اَننتُ اوگـنـگا آڪـاش جـي!

مون کان ڪَتيءَ مينهن جون وچون وسرن ڪيئَن؟
تـو بــہ تــہ مــون تــي اِيــئَــن اُڀَ وَسايا اوچتو.

هُــو جو نـيـري نَـڀَ ۾ چـمـڪـي پـيـو چَـنـڊُ،
تـنـهـن سـان سـارو مَـنـڊُ آهـي ڪـيـڏو موهڻو!

سَــرن پُــٺ تـان لاش، ڪـنـهـن جو آيو سير مان؟
چَـنـڊُ وڏو بـدمعـاش، جـنـهـن کـي کِلي ٿَو ڏسي.

ســورج مُــکــيءَ کــي، مُـون اڄ شـرمــائي چيو
"چو تـون سانجهيءَ ڏي ڪَنڌُ جُهڪائي ٿو ڏسين؟"

منجهان لوڏَ لڪائيا واريءَ تي پيرا،
ساٿِي سويرا تَوڙي وَسَنوَ واريا.

ڪَڪر جي ڪاراڻ مان ڪا شَيءِ چَنڊَ مُڪِي،
مُنهنجو ڪَنڌُ جُهڪي گسي پَيو ڳاهَ سان.

آهي تورا ڏِينهڙا هيءَ بهاريءَ بود،
نيٺ تہ ڌرتيءَ گودِ توکي موٽائي وٺي!

آهي بيڙيءَ وانگيان هو چوڏهينءَ جو چَنڊُ،
گُهوري جنهن ڏي مَنڊُ تو جڻ نيري سَمنڊَ ۾!

ڪيڏا مون مَهمان جَڻ تہ ستارا لانِ ۾،
سڀ آپي ۾ اوپرا سيڪنهن پنهنجي آنَ،
اَلا! هي انسانَ آخر تائين اجنبي!

ميناتائين آڪاش جو سَرَ تي شفقِ رَنگُ،
سارا چترڪار ها اُن کي ڏسي دنگُ،
جڻ ڪنهن وچونءَ ڏَنگُ تن کي هنيو ڏاهَ ۾!

پُوريون ڳَرَ لايو، پُسبيءَ جي ڳاڙهاڻ کي!
ڏُور افق مان اوچتو، سنيهو آيو،
اَڄ مون کي چايو، بادل ويندا پوڻءِ تان.

ڪُوڪو، ڪُوڪو ڪويَليون وڃان پيو آنءُ،
جنهن جوءُ هو تِرتانءُ اڄ تائين آواز ۾.

هُـڙيا هـوُنـگـاريـو، پـانـدي پَـسـي پـٽـڊ ۾،
جـنـهـن سـيـڪـجـهہ واريو، تر جي تَڏيءَ ريت تي.

ٻَـڌيءَ سُـڌيءَ ڳالـهـڙيءَ منـهـنجـو نـہ ويـسـاهُ،
تُنهـنجـو مـنـهـنجـو نـاهُ سانجهيءَ آندو سَمنڊ تي.

هـيءَ سـاري سُـربـاٽَ چؤيـاريءَ ۾ چُـلـهہ تـي،
آهَـي امـر لاٽ ڪـيـِـڏيءَ ڪـاريءَ ٻـاٽَ ۾!

رَتـي آهـي راتـڙي جَـرڪـي آهـي ٻـاڪَ،
جـئـن مـون لـوئـيءَ لاکَ جيڏيون آهي جيءَ تي.

قُلواڙيءَ تي باکَ ۾ تَانگر مٿان ماکَ،
جنهن ۾ تنهنجي تاکَ، تارن پري راتڙي!

سورج مُکيءَ کي چورا ڇا لئہ تو چنين؟
جيڪو سورج ڏي ائين ڳاٽُ ايو کري

هُو جو نيري اُڀ ۾ چمڪي پيو چَنڊُ،
جنهن سان سارو مَنڊُ آهي ايڏو موهٽو!

هِن ڌرتيءَ کان دوُر بادل جت بيهن نہ ٿا،
پهچي، مون کي آچپو ڏئي منهنجو پورُ،
مِٽيءَ تي مجبُورُ، ناتا نِيَرَ جئن لڳا.

ڪنولُ نہ ڪُومائبو او ماڪيءَ جي مَک !
ٻَل تون اِن مان ڇَک اِن ۾ ماڪِي اَٿ - مَئِيَ!

تُنهنجي گهر ۾ چو نہ هُو رهي رات اَمان؟
ٻاهر چَنڊَ متان، ڪائي تَڏِ لڳي وڃي!

آهي ٻيڙيءَ وانگيان هوُ يارهينءَ جو چَنڊُ،
گهوري جنهن ڏي مَنڊُ تو ڄڻ نيري سَمنڊَ مان!

جهُڙالي آڪاسَ ۾ نيرِي ڪڪري جيئَن،
تُنهنجي سارَ بہ اِيئن ڪَنهن مَهل اچي پَئِي.

آڳانجها آهن ٿَر جا ٿوهر ريت تي،
هُو ڇا ٿا چاهن مون جئن پنهنجيءَ ماٽ ۾ ؟

ايڏي نيسَر اُڀَّ جي ڪاڏي وهي ٿي؟
ڳِڙندي رهي ٿيِ ڪا شيءِ اندي ڪوهه جان!

* گڙَ گڙَ گوڙ دَرو بيهي نہ برسات ۾،
نديءَ نانهه ترو اُتر ٿو اوتون ڪَري.

◎ نِنڊَ پئي آ ڏونُگري نَرياسَر تي چَنڊُ،
جَنِ چوڌاري مَنڊُ اُن حو آرس ٿو ڏِسي!

* گوڙ درو - پارڪر جبل مان نڪرندڙ ندي
◎ ڏونگري - پارڪر جي هڪ ڳوٺ جو نالو
نَرياسَر - ڏونُگريءَ ڀرسان هڪ تلاءُ

چَنڊُ ڪنڌهر ۾ان طرح ڪنهن ڪِي ٿو ڳولِي؟
چا ڪي ٿو ڦولي ٻوڏيسر جي ٻُونءِ تي؟ *

مان ٿي جڻ منجهدار هان مان ٿي ڪَپَر تي،
جيئَن پڪي جر تِي تئن هيءَ منهنجي جندڙي.

چا چا ياد اَچي پيو مُنهنجا ڦٽَ نہ ڪول!
آنءُ چوان مَت ٻول، مورَ اَويرا واءُ ۾!

سا لاريءَ تي سِڄ جا ڪِرڻا ڏِسي ڪو، ❁
پاٿيءَ ۾ تي وَيو اُٻُ هَزارين آرسيون.

---

* ٻوڏيسر – نگر پارڪر کان ميل پري هڪ اُجاڙ وستي

❁ سا لاري – سنڌ جي هڪ نئن جو نالو

⊛ ڪَن تا جيئَن ڪراڙ ۾ رمِ جهمِ ستارا
تُنهنجا يڪتاراَ وِيران وِير وڄن پيا.

يڪتاري ۾ ڪَلهه اوهان ڇاڇا اُتساهيو،
ڇا ساڳيا آهيو، تارا اَڄ بہ ڪِراڙ ۾؟

ڇا منّيءَ ۾ پورجي آنءُ تيو هان ٿانءِ؟
اگّنِ ڪير ڏيي پيو ساڳي آهي ڳانءِ،
ءِ هوُ پَريان پيانءِ آهي منهنجي ڏيئَڙي!

لَنوندو پيو ڪانءُ مون ڪان پوءِ بہ نِمُ تي،
نياپو اُن جو آنءُ بُڌي سگهندس ڪينَڪي.

⊛ ڪِراڙ - ڀٽ شاهہ تي ڍَنڍ

ٻَــهــراڙيءَ ۾ گــاهَ تــِي هــو جــِي سَــهــن پــِيــرَ،
مــون لئه اَسُر وِيــر ڪنهن ڏورانهيــن ڏاهَ جئن.

ٻــهــراڙيءَ جـــي ٻــٽَ ۾ ڪُــتـــر جـــي ڪــاري،
پاڏا، ڪـــونُاري، ڇــوريءَ پــڳــهــريــل لــؤُنــدڙيون.

ڪَنيڙ ڪنهن جــي لاءِ ڪــامڻِ، ڪينگر ڪيرَ جا؟
اوتـــِي اڄ اُجــهـــاءِ آنءُ ٻــــ تُــنــهنجــيءَ واٽَ ۾!

گُــڙنــڳُ ٽــپــي گــايـــون وَيـــون پَــئــِي واٽ تـــي،
تـــن جــئــن پــنـــهـنجــون گــهنــڊڙيـون پئي وڄايون،
جُــڳــن جــون آيــون تــئــن مــون ســارون ڪيــتريون.

وهنجي پيو مينهَن ۾ ٻَبرُ وارَ چندي،
ڪنهن جِي ڪانڊَ ڪَنڊي، آهي اُتر واءُ ۾؟

اُڪرِي آيون ڏَنڊِ مان پيلٽيون پرسان،
تيسين مان ترسان جيسين پاڻيءَ ۾ پڙا.

اُڪرِي پيئي ڏنڊَ پاڻيءَ پيرن ٻوڙ مان،
منهن تي اُت اُڪنڊ چيچ ڏنائين ڏيڙيءَ.

پنّي پئي ساڳ ڪَڙِي پنهنجي ڪيتَ تي،
پيانيان جهونگاري پئي ريجهي ڪنهن تي راڳُ،
مانجهادي جو ماڳُ جهُڪي ڏنو اِيوٽِيءَ.

سانجهي جرڪي ڪِيت تـِي سج ٿيو پيلو،
ڪَڪڙو ۽ تيلَو وڃن پيا واٽَ تـي.*

ڇٽي پپل پَنَ وري ملن ڪينڪِي،
تون بہ تہ ائن جِيوَن سپ ڪان وڇڙي ٿو وڃين!

هوُ ڪاريهر گاھہ ۾ آنءُ نہ ڏٺو ڇو؟
جيڪو مون ڏي ٿو وَر وَر واجهائِي ڏسي.

پاڻيءَ منجهہ لُڙاٽَ آهي چِڪڻ ويجهڙو،
جن ۾ ڊگهي لاٽَ آهي سانجهيءَ سِجَ جي.

* ڪڪڙو - اڇو، ڪارو ڏاند
تيِلو - هلڪي ڦِڪي رنگ جو ڏاندُ،

ڪيڏا ڪَنولَ پَنَ چوڏارِي هِن گڙُنگَ ۾!
مُونجهَ نہ ڪائِي مَنَ سرچِي وِيو ساوانَ سان.

۞ ڏَنڊِ ٽپي ويئُون پٽاريون سنگهڙ ڪري،
پرڇايون پيئُون جَر ۾ پوئين سِجَ جون.

تون ڇا چائين ماءُ ڇا آ تنهنجيءَ گود ۾!
مون ڪي چَندَ چٽاءُ ڏوُران ڏيکارِي ڏئي.

تونَ جا نندَ مَهل هُن ڪي پينگهي لوڏئين،
ڪيڏِي نَانهہ ڪَهل تُنهنجي مُنهن تي مائڙي!

۞ سنگهڙ ڪرڻ - مينهنِ جو هڪبئي پٺ تان وڃڻ.

ڪيڏيون پوڙيون ڏوهڙيون ڪُڏڪيون پيون ڏين،
منهنجو مَن واڳِين اچا هِن سنسار سان!

هيِ جو نينگرُ ننڍڙو آهي تُنهنجي ڪَچ،
رڳو اُهو اَچ ڪاري ڪارونيارَ ۾،

هي سارو سنسار آ جڻ ماتا جي گود،
ايڏي اِن ۾ بودِ بيري آهہ بسنت جي!

ساڳا ڪَڪر ڪَن پيا توتي مون تي جُهڙُ
تون جو نالهيءَ تُڙُ تنهن سان مُنهنجي ياٿپي

مون جئن سوچَ نراڙَ ۾ مون جئن ساڳا ڳهُنڊَ
جڻ لُنءِ لُنءِ ۾ سَمنڊَ مُنهنجي تون لهرون هئين!

تون ته مُنهنجو ياءُ جڻ آهين آڪاس ۾.
تُنهنجو چَنڊَ چِٽاءُ مون هر سِٽَ سمائِيو

مون من جئن کو ڀارُ، کيڏيون کُڏکيون تو ڏيئي!
هي سارو سنسارُ مون ليءِ ماتا گودِ جئن!

جيئَن خلاصي تيئَن آهيان مان آڪاس ۾،
ڪَتيون ڀيڙيءِ جِيئَن مون ليءِ ڪارونيار ۾!

ڀنا رات گلاب ڀنيرڪي جو ڀُونءِ تي،
جن ليءَ اوسيڙو ڪيو روئي رات رباب،
خوشبو ڏيئي خوابَ پوئين پهر ٽِڙي پيا.

ڏنو ڪنڌيءَ ڪام تان ڳيري ڪٽي ڳاٽُ،
آڪيري چمڪاٽُ، ڪيڏو ڪيو وچ ۾

توڙي واري جِندڙي مون اُن تي پَل پَل،
پوءِ به سُوني تي لڳي ڌرتيءَ جي ديول،
اَڄُ نه مونِ ڪانَ الِ، ڳُجهه ڳجهاندر ڳالهڙي.

سيڙهه پِڃي تي جهنگ مان ڪَندا ڦهلايون،
چيلهيون لَڪايون چانڊوڪيءَ ۾ چيٽ جي.

* سُوني – سنسان
⊙ لَڪايون چيلهيون – تازي ڪُتن کي نهايت سنهيون لَڪن وانگر چيلهيون هونديون آهن.

لائـي، يُـڳِـڙا، ريـوڙيـون، ڏونـگـهـي، پـتـاشـا،
بـارَ ڦِـريـا مـاشـا، هَـٿَ مِ جـهَـلِي پـائُـلي.

❁ ڏانـڊا، سـائـو گـاهُ، پـاٺـيءَ ڍُبـا، اولـڙا.
تـو مِ مـنـهـنـجـو سـاهُ، سانجهيءَ ويرَ سَمائيو.

پـاتِـي لُـنبَ زمـيـن تـي مـيـنّـائـيـن پوچِي،
لالـڻ! مـون لـوچـي تـنـهـنـجـِي لـيـلاَ لـوءِ مِ.

❁ هـي پـويـون ٻـوڪـو، آهـ اوهان لئه کوهَ مان،
تـاسـاريـلَ لـوڪـو، اچـو پـيـاسَ ٻُـجـهـائـيـو!

❁ ڏانڊا - ڪچي جي زمين جو متاهون پاسو جو اگهَ مِ سُڪي وِيندوآهي.
❁ ٻوڪو - چمڙي جو ڏول جو پاٺيءَ پرڻ لاءِ کوهہ مِ وجهبو آهي.

سَسُئي سُتي کُنڀ وَٽ واسُ سڄي ڀنڀورَ،
جنِ ڀنهنجي هر پورَ وَئي مُنڍَ سمائجي.

اڄ ڪوئي مون ۾ نہ آ اڳ وانگر طوفانُ،
مان جو سَمنڊَ سمانُ آهيان ايڏيءَ ماٺِ ۾!

هيءَ جا مُنهنجي جنڊڙي ڪوئي جهونو گهرُ
اڃا جنهن اڱر چمڪي ڀيو چنڊ سان!

مان جو تنهنجي ٻَنسري مون ۾ ٻُرين تون،
توکي ڪڏهن مون ڏارَ نہ سمجهو پاڻ کان.

اڄ تـو مـون تـي جيـئَـن اُڀُ وَسـايـو اوچـتـو،
وِڇون وِسرن ڪِيئَن، مون ڪان ڪَتيءَ مينهن جون!

راتڙيـون جـاڳِي اجـا بـيتَ پـيـو چَـونـديـن!
نيـٺ ڍهـي پَـونـديـن ٽيـنـدين موهـن جو دڙو.

ڇـو هُـن ڪـي هـن ديـس ۾ جَـٺـي وئي ماءُ،
اَڄ تـائـين اَنـيـاءُ ڪَـويءَ ڏٺـو ڪـيـتـرو!

مـنـهـنـجـو روشن دانُ اِن ڪـي روڪي ڇو نہ ٿو،
هـي جيـڪـو طـوفـانُ ڪَـڙڪـائِي ٿـو ڪِڙڪيون؟

مون جي ٻـ ٽـي ڪـانـڙيـون جـلايـون آهن،
سيـئـانـدي لـئـہ رات جـو ڪـافي تـہ نـاهــن،
مـاٺـهـو ٿـا چـاهـن پـنـنـيـٽ پـَڙڪن پـوڻ تي.

اُڏري تـي آڪـاس ڏي هـيءَ ڪـويـتـا ڪـيـرَ؟
جنـهـن جا پـکـيءَ پـيـرَ اڄ ڌرتـيءَ تي وائـڙا!

تـو وَٽِ ائـن اچـڻـو نہ آ ڪـوبـہ هـزاريـن سـالَ،
ڌوڪـي ويـنـدي اُبَ ۾ جنـهـنـن جي هيئَن ڌمالَ،
چَـنـڊُ وِسـاري چـالَ ٻِـيـهِـي ڏِسـنـدو پوڻ ڪي!

هـي جيـڪـي الـهـام جـئـن آيـا ٻـہ ٽـي ٻـولَ،
تـن ۾ مـنـهـنـجـا ڍولَ، اَزل اوراڻـا هـيـا.

اونـدهہ اونـهـا کـوهَـہ گـيـتَ گـڙن تـا اُبَيَ ۾،
تـو کـيَ جيـکـا نُوهَ کنهن کي َکانهي ڏيهہ ۾!

تـيـا کَڀُ ڏنـو مـون تـرِپـتـيءَ آنءَ تـہ وَڏ يـاڳـي،
مـتـان وَيـراڳـي، ٿـِيـن منهـنجـي اُپيـاس سان!

تـون مـاٺـهو آهين کَوي يا تونُ کجهہ بيو کو؟
چـنـدرمـان سـپـنـو مـانـسَـروور جـي مـٿـان!

مـٽـيءَ منهنجـيءَ مـان وَري نِسـري کـيـئـي پيارَ،
آئـي رُت رابـيـل جـي واسِـي هـن سـنـسـارَ،
سـانـوَڻ سـا وَسـکـارَ کندا ِرونُجهيءَ ريت تي.

تِڪر پِتر جئن پُري اَڄُ تہ پوين ٿو تون!
پاڙون پٽر جون ڪالهوڪيون تُنهنجون ڪٿي؟

ائن تون گُل نہ لتاڙ، جو هِي ساڙُ سُگند سان!
اهڙا رنگَ نہ رانئسبا تو لئہ ٻي ڪنهن واڙ،
تِن کي کِن پَلُ تاڙ، هِي جِي ڌرتيءَ جي ڏَجا!

ميان مَتاهون، مان هن ساري ڳنڍ ۾،
اَڄُ ٻہ اڳاهون، صدين سان سودو ڪري.

متان وساريِن، مان وسرڻ جو ناهيان!
توکي جَو امرت ڏنُم، متان سو هارين!
ڏِيئي نہ ٻارين منهنجيءَ اَمر جوت کي!

پرڏيهيءَ جو پور، جهڙو ساٿُ سُگهنڊ جو،
دور وڃان تو دور، رنگَ پکيڙي راهه ۾.

مان تُنهنجي وٿراهَ تي وسڪارون آهيان،
پگ پگ گُل ڦُٽي پون اهو تو چاهيان،
پل ڪان پو ناهيان، جوڙي ساٿُ سُگهنڊ سان.

آن ءُ ته ڪنهن پرڏيهه جو پاڇائون آهيان،
ڪنهن چاتو چاهيان، تو وٽ ڪويءَ ڪنٺ ۾!

تترَ ڪا ته تنوارَ پوئين پيري واٽَ تي!
ڪَٿِي جنهن جي سارَ وڃان سُر سارنگ ۾.

آءُ هماليه وانگيان مانسَرووَر تي،
تون مون کي تاڙي ايئن ڪتيندين ڪيترو؟

ڪيڏو آهي ساڙُ، توکي مون سان جيئَري!
جهڙو مون سانوڻُ وسي، تهڙوئي آڪاڙُ،
اوچو ڪو به پهاڙُ، مون جئن سنڌ نه هند ۾.

هي جو منهنجو ڪنٺ تو ڪُوڪي ڪويل جيئَن،
تنهن ۾ تُنهنجو ڪيئَن، آهي سَڏُ سمائيو؟

تون منهنجو آواز آن تون جو آدي سُر،
ڪيڏيءَ ساريءَ سانت ۾ آ تُنهنجي چُر پُر!
هيئين مون هُر ڪُر سَمنڊُ ٻري جئن ڪوڏَ ۾.

مون مان ڇايو آنهه اڳ ڪيئي ڀيرا تون،
ڀيري ڀيري مون، توکي روپُ نئون ڏنو.

وَر وَر وَسڪارا ٿيا ڀَرج اَچا ڪجهه ڀَرجُ،
گرج، سَمندر گرجُ منهنجو مَن تَو سان مَتو!

تون ئي مون ۾ ٿو لڪين اُٿي آڌيءَ راتِ،
مون ۾ تُنهنجي ذاتِ اَجُ بہ آهي باکَ جئن.

ڪَنول نہ ڪومائبو او ماڪيءَ جي مَکِ!
پَل تون اِن ڪي چَکِ اِن ۾ ماکيِ اَٿ – مَئِي.

ڇا صديـن ۾ هـي هُيـا تُنهنجي جُڳ تي جيتَ،
دوهـا چـار ڪـبـيـر جـا ۽ ميـران جـا گيتَ؟
هيءَ شڪتيِ سنگيتِ منهنجي تون ڪِٿ تو رکين؟

مـون ڪان اَڳُ بـہ ڪونہ هو مون ڪان پو بہ نہ ڪو،
ڪنـهـن بـہ تـہ هِي سپنو مون جئن ڏٺـو ڪينڪي.

ڇـا هـي رَويءَ روپ آ يـا آ ڀـنـائـي،
وات اَچـي وائِـي تِـن تـي ڇـو سوچي پئي؟

مـان ئـي ڪـاليـداسُ هـان مان ئي ڀنّائي،
مـيـگهـہ دوتَ ۾ ڪـالهـہ ڪنهن جا شيءِ بُڏائي،
سـا مـون سَمـائيِ، آ اڄ سُـر سـارنگ ۾ .

مـون جـو كـالهہ اشـوڪ جـا ڏنـا تـي اسـتمڀ،
ڏاهـپَ كـيـڏا ڏنـيَ ڏنـا منهـنـجـي ڏاهہَ كـي! ❁

رَوي! تُنـهـنـجـي راڳَ ۾ جـڻ اُن جـي ايـكـانـت،
سُـنـدربـن جـي سـانـتِ مـان ٻـيـڙيءَ تـي ننـڊ ۾!

هـوُ جـا چَكـما سُـنـدري كَـرنـافـليءَ كَـپَ، ❂
مـون كـي هـن جـا چَـپَ چَـنـڊ لـڳـن تـا ٻيـج جـو.

مون مَنُ اِيلورا جنهـن ۾ كـيئـي مُـورتـيـون،
مـان تـنهنجـا تـورا لاهـي لاهـيـان كـيـتـرا!

---

❁ استمڀ - ٿنڀا
❂ كرنا فلي - بنگلا ديش جي هڪ ندي
چمڪا - كرنا فلي جي كپ تي رهندڙ قوم جو نالو جا ٻُڌ ڌرم جي آهي.

ٻوڙي سَتوا ڪان متي حصي ۾ آيو،
ڇا ڇا چورايو آنءُ اُجنتا ڪي لُٽي!

ڇو تون مون ۾ ڏينهن جو گيتَ نہ ٿو ڳائين!
ڇو ٿو جاڳائين مون ڪي منهنجي ننڊ مان؟

ميان! متاهون مان هن ننڊي ڪنڊ ۾،
اَڄُ بہ اڳاهون صدين سان سودو ڪري.

ڄَر ۾ ٿو ڄَرڪان ڳائي تُنهنجا گيت مان،
مَري شل مَرڪان ٻيٽائيءَ ٻيڙو وڃي!

تون مون ۾ ڪو گيتُ آن مون ۾ جنهن ٓجي گوُنجَ
ڪارونجهر تي ڪَونُجَ جن ڪا ڪُرلائي پئي.

وهندي ندِي وقت جي جنهن جو آرُ نہ پارُ،
سِرجَي سِرجڻهارُ، معنيٰ ڳولي موتَ ۾.

اڳتي هن وڻراهہ ڪان ناهي ڪائي سُڄَ،
تو ۾ تُنهنجِي اُڄَ ڳولي لهندي اُئٽ ڪي.

تو مان ۾ جو اوڄُ آ سدا اُيري ٿو،
ڪڏهن اُن جو پيار تي پوي ٿو پاڇو،
ڪڏهن گيت ٿيو، برڪا جئن برسي پيو.

ايڏو اوسيڙيَ ڪَيو توکي ڪَنڌا ڪَڪَ،
شيام! ملي مون رڪَ تو مان چَپَنيءَ جيتري!

گُنبذ جو آواز تِي ڪَڪَ تِي پوندين تؤن،
اُيي تي اُڏارُنَ مون اَچ توکي آچيون.

گيتَ اچِين تو جيئَن تون لهرين جان سَمنڊَ جي،
ڇا ٻي ڪنهن وَٽَ اِيئن آئين تون مون وانگيان؟

سارو جيون مالهه جِئَن پَل پَل ڦري تو،
ءَ پو ڪِري تو، اوتي پنهنجون ڪِنگريون.

چَنڊ ستارا تا اچن ڪيڏا مون ڪَهه ۾،
ڪيڏيءَ اوندَهه ۾ ليٽيِ آنءُ لڪان پيو!

پَرجي ڪارونيار مان چو تو واجهائين؟
اَچ، اَچ اي سائين، اَچ، اَچ مون تي مينهن جان!

ڇا لئه ايڏي آگ مٿان عرش جَلي وڃي!
ڪَر تون مُنهنجا ياگ مون لئه جِهڪي باهڙي.

آئي ڪٿان آگَ هِي ڪٿان پيدا ٿي؟
ڪيڏا شَعلا تِي مون مان اَج اُيري پئي!

پيسي جي پُٺ تان وچِي ڏينهُن نہ ڪارِيندس،
آنءُ اُجارِيندس هاٿي تُنهنجون مُورتيون.

جَنهن جَنهن ياري چَنڊ سان تَنهن تَنهن سان مان گڏُ،
ساڳو سڀ جو مَڏُ ساڳا سَڏَ ٻَمونڊ جا.

چو تو جاڳائين مونائي ڏي نندڙي!
تون جا تو يائين؟ ڳائي آنءُ تُنهِي پوان!

وَري مون ويڙهي تو اَج جُهڙ جَهنجها ڪيا،
ڪَڪر سڀ ريڙهي آندا آخر اُيَ مِڙ!

چو تو مُنهنجي اُڄَ لئہ ايذي اوُنَ ڪرين؟
وَر وَر ڪوسَ پرين مون لئہ مُنهنجي پنڌَ ۾؟

ڏينهن تَتل، مان رُڃَ ۾ هرڻيءَ جئن گهايلُ،
اِئن ڪو اُڃايَلُ، وِرلي تو وَٽ وات ۾.

تون چڻ وَڻُ انجيرَ جو ۽ مان بُکايَلُ،
تو ڏي وڌايلُ، مُنهنجو هَٿُ هراسَ ۾.

ڪيئي پاڻيءَ ڏولَ هُونءَ تہ تو وٽ هَڪيا
ڍُڪُ ڏَنئہ چو ڍولَ مون ڪي منهنجيءَ اُڃَ ۾؟

متان ڦرين تُون پوئين پهر صليب کان!
متان ڪِرين تون اوچو تي آڪاس کان!

هُو لهريون آڪاشَ جون جن جو آرُ نہ پارُ
سورِجُ چِترڪارُ جن جا چِتَر ٺو ڪيي.

نيٺ تہ وُنا مينهڙا گونجو سارو گانءُ،
ٻَڪي ٻکي آنءُ ٻولِيان ٻيو ٻولڙيون.

ڇيا جهوليءَ ۾ ٻارَ جو تون ئي آهين خوابُ،
تون ئي تو مهتابُ هُن جي ٻانهُنِ ۾ وجهين؟

جڏهن اُلا اُڀ ۾ ڪَڪريءَ نه پاڇو،
تڏهن نڪران تو مان جڻ نم جي ڇانو جئن.

تو جو ڏوٿي ٻيرِ اُسُر وِيرَ اُٿي ڪري،
ڪائيندا هِي ڪِيرِ ڪيڏا ڏوٿيئڙ ڇانگڙا؟

ڪوِيتا جي ڪَڏَ مون وڃايو ڇا ڇا نه!
تنيو آهي يا نه هي جِيوَن سَڪيارٿو؟

تو لئه منهنجي شاعري پينگهي سَرائِي،
چوٽ نه تو آئي لالڻ! ساريءَ لوڏَ ۾.

ڪنهن جو ڪاٺيارو نہ ٿي ڪنهن وَڻ هَٿُ نہ ٽَنگ!
تـوڙي تنهنجـي انـگِ ليڙُون چارِ لباس ۾.

چانـگا ڪاهي جي اَچون مَجر اِئن موڙيون،
پَنَ اِئيـن روڙيـون، ڪَرَ نہ پوي ڪاڪ ڪي!

چانڊوڪيءَ ۾ پِٽ تي چَڙهي چانگو جيئَن.
مُنهنجي ذات بہ اِيئَن توڏِي اوري تي اَچي.

ڳَهـلا! پَچي ڳُڙ تِئي جِيئَن ڳَني جي رَسُ،
تِيئَن ڪويتا پَسُ، ڪَڙهائيءَ جيڪا ڪَڙهي!

ٽيسين ڪمر ڪنياڪو، مِٺيءَ جو ماٺو،
جيسين مَڌُ ڳهاٺو، اُن ڪيِ معنيٰ ٿو ڏئي.

ٻُلڙِي تونڙي جهوڪَ، هي ٻه ته مُنهنجي پَنڌَ ۾،
راهه نه ڪائي روڪَ، ڪُهه ڄاٺان، ڪاٿي پُڄي!

هيءَ ساري سُرٻاٺَ چَوياريءَ ۾ چلهه تي،
آهي امر لاٺ ڪيڏيءَ ڪاريءَ ٻاٺَ ۾!

جنهن سان رَتِي راتڙي سَهڙي آ سا ٻاڪَ،
چَڻ مون لوئيءَ لاڪَ جَرڪِي پئِي جيءَ تي.

تُنهنجي گهر ۾ چو نہ هو رَهي راتِ امان!
ٻاهَر چَنڊَ متان ڪائي ٿَڌِ لڳي وڃي!

مون جي ٻہ ٽي ڪانڊيون جَلايون آهن،
سيئاندي ۾ رات جو ڪافي تہ ناهن،
مَاٿهو ٿا چاهن، پنهنجيءَ پَڙڪن پوَنءِ تي.

هي جيڪو طوفانُ ڪَڙڪائي تو ڪِڙڪيوُن.
تُنهنجو روشن دانُ اِن کي روڪيندو گهٽو؟

اَڄ، اَڄ مون سان سيڪ ڪا وِيرا هَٿَ ٻاهہ تي!
هِيءَ جا جيڀي واءُ ۾ چو نہ چڏين تو جيڪ؟
تون سوچين تو ليڪ سَڀُ ڪُجهہ رَکَ نہ تِي وڃي!

ڀنا راتِ گُلابَ ڀَنيرڪي جو ڀوُنءِ تي،
خوشبو ڏِيئي خوابَ پوئين پَهر ٽڙيِ پيا.

ڳيري پنهنجو ڳاٺُ ڪٽيِ ڪنڊيءَ ڪامَ تان،
آڪيري چمڪاٺُ ويهِي ڏٺو وڄُ جو.

جيسين ڄرڪائي ڇڏي اُن کي تُنهنجي ڄاڻَ،
ڏرتِي پَنهنجو پاڻَ ايئين ڪانهَ اُڏامندي.

وَر وَر ساري وَرش ۾ ڪيڏا ڪيس تيا!
رَت وَرنا ٿي جهولَ ۾ مون ڪَي گيتَ پِيا،
پر سي ڏيهَه ڏِيا اوندهه جِن اُجري ڪَئِي.

ڪيڏا تن جا پُور ها ڪيڏا تن جا پَهه،
ڦهڪو ڪَائي ڦَهه جِن هِئن ڪئيِ پَنڌَ ۾!

سامائيندي سُورَ جن مُئي نہ جن جو ماڳُ،
چَوءُ، مان تِن جو ياڳُ کهڙي ليکَي ۾ لکان؟

مون پوئين پَل سنڌڙي، توکي دُعا ڪئي،
وَئي، توتان وئي، آفتُ ٽَريِ اوچتو.

مون کي ياد ڪندينءَ تون، ڳِٽَ ڳچيءَ لاهي،
مون توکي چاهي، ڪلهه ڪيڏا سوٽا سَٺا!

پــوري ســـارا تــاڪَ تــارن پَــريءَ راتــڙيءَ،
ڦُلــواڙيءَ ۾ مــاڪَ آنــدي ٿــانگرِ ٽــارئِيــن.

ڪيئــيِ ورديون پاڄِ ۾ سانوَڻَ ڪڪريُن جيئَن،
آئــون ڏِســان ڏِــو ايئَــن، نِــوڙي نَنــڍي ڪَنڌَ ۾.

ڌرتــيءَ تــي هــر ڏَپــڏَپــو ڪــن پَل جــو چُڻڪو،
ڇــا ڪــنهن کــي ڪُڻــڪــو آهي پنهنجي انتَ جو؟

وَر وَر گــرجــن ٿــا جِئيــن چِيــٽا مَــنجهــ چُــرَن،
سارِي راتِ ٻُــرَن ائِن مــون سنســـا ســـاهَ ۾!

مَــنَ ۾ مـرُونءِ ٿَمرُ مُـک تـي منڙيون ڳالهڙيون،
شـال نـہ پـوي کـمرُ اَڄ ڪَلهہ اوچـي پَـدَ سان.

تُــون جـو هــڪَ لَـس لوُهَ وچين پيو واٽَ تـي،
تَــرسُ تــہ ڪَـيئِـي کـوُهَ آهـنِ تـو لَـٿہ اُڃَ ۾ !

سـر ۾ سُـوسـٽ ڪَــن ٿا ڪـاريهر ڪيترا!
ماَٺهو! تُنهنجي مَن مون اڄ وهہ وِترِي ڏنـِي.

ڪـٿن چـٿـجي ڪيڏانهن تو ماٺهوُ مُنهن موڙِي!
ڏاتَــِي هـتــوڙِي پُــورا ڪـيــا ڏيـنـهـڙا.

آڌي رات اُروڙ تي هيٺ نهاري چنڊُ،
سوچي ٿو هي، جنڊُ ڇا ڇا پينهين ٿو ڇڏي!

سياست مَن مُرجهائيا آيو پو بہ بهارُ،
ماٺهو نِگهوسارُ پوءِ بہ گونجَ ڦُٽي پيا!

ڪيڏو ڇَهڇُ بَسنت رَستن تي وٺڪار ۾!
توڙي اڃا اَنتُ ڏيهہ نہ آندو ڏاڍَ جو.

هيٺان بجليءَ جون بَتيون وَٽن مان چمڪن،
مٿان ٽِمر ٽِمر ڪَن، ڪيئي تارا اُڀَ ۾!

گوليُن گهايون کيتريون ڇاتيون ڇڳيرَن،
جِنهِين جي جيرَن ڏِڍُ جيٺاپي کي ڏنو!

سَسئِي سُتي کُنبِ تي واسُ سجي پنيورَ،
هوتِ تہ اِهي هورَ کٿي روکيان قافلو!

مانگرَ سامهون مورڙو ڏسان تو آئون،
مون کي ڏنائون وَر وَر ڏُکيا ڏينهڙا.

کڏهن ايندين، کيئَن آنءُ اڳاهون تو تيان،
تُون جو اَچِين جيئَن، تُنهنجي کيان آجيَان!

✽ هي جو سنڌي سيٺ آ نالو مورجمَلُ،
اُن مِ جيڏو ڦلُ اوڏو نِوڙِي ٿو ملي!

ڪيڏو ڏيسيڙا ڏسي مَن ٿي ٿو گد گد،
پيار اچي بيحد چڻ پنهنجي ٻولي ٻُڌي

آيا ڙي آيا ويچا سڀ واري ڪري،
✽ پنهنجا - پرايا مالهي، ڪرشن، پارتي.

ٻاگهيون ويندي ٻيلهہ ٿو آنءُ ڏسان اَنَ - موٽُ،
ورِي وکهہُ ڪوٽُ اُيرِي ايندو اوچتو.

---

✽ مورج مل - ڏُبئيءَ جو هڪ سنڌي سيٺ

✽ ڪرشن - ڪرشن کٽوائي، سنڌيءَ جو مشهور ناول نويس
مالهي - گوبند مالهي، پارتي - نارائڻ پارتِي

جِئـن جِئن پوئـو ٿـو تپي تِئن تئن وَڌي رُڃَ،
تَـوکـي تُنهنجـي اُڃَ ڊوڙائـي ماري متان!

ٿاڪ ٻـ – پهري، سِڄَ مِ لَکيءَ جو چشمو،
اُن مِ وهنـجي ٿـو، جِنِ کو سِپنو سنڌُ جو.

تُـون جـا لـيلائيـن پَـئي بيٺي لَڳهَ اوٽَ،
تـو لئہ ڪيڏا ڪوٽَ ٽَپان آنءُ اُڄانگ سان!

ايڏا ڪنهن جي لاءِ تون پوکين ٿـو هي گل؟
مـان پـانيـان تـو پُـل پوپٽ ايندا اوچتو!

ميئَ ميائيءَ سينءَ سَرچي وِيئي پورڙي،
تماچيءَ لئہ اِيئَن تَڙُ تاڙيندِي ڪيترو؟

سُپنا توتي ساپيا اُلر ڪئيِ ايئن،
پنهنجيءَ سُپر سيئَن چاتيءَ منجهہ چِپي وئين.

ڪارونجهر ڪان ڪيترو دُور پيو ڪاهين؟
اَڄ تہ وسيو آهين مون تي ڪري اوڙڪُون.

سَپنا روڪي تو اچان ماٿهو ماٿهوءَ جا،
اَچا تَين دنيا آچي ناهي ويڙهہ ڪان.

وينـي آمڙ ننـيڙي مسجد ڏاڪي تي،
هَٽَ ڊگهيري تي ڏسي ايندي ويندي کي،
ڏوراپا تـي ڏي ڇو تہ اُپائٽهار کي!

* چاچي ڳولي چيچڪا آمڙ سوچي پَٽُ،
پيئي روئي رَت ڏرتي ڏُرت ڏڪار ۾.

سَپنا! توکان ساڀيا ايڏو وَتو وير،
هاٿي توکي کيرُ اڳ جئن کندو آرسي!

سَپنو ساڀيا سيئَن، سَرچي سَرچي ڪينڪي،
پو تو تائين ڪيئَن پهچي پنهنجي پند ۾؟

* چيچڪا: - ڪندن جي ڦرين مِ تيندا آهن ۽ جڏهن ڪچا هوندا آهن تڏهن ڦري ماڻهو اُنهن جي ڀاڄي ٺاهي کائيندا آهن.

تون هيءَ اونهي ڪڏ ٽپي سگهندين ڪينڪي؟
ڇو تون پنهنجا هڏ ڀڃي پورا ٿو ڪرين؟

چنڊُ مدڙ پرديش جي وٽن ۾ گيتا!
ڪيڏي ڪويتا آهي هن سنسار ۾!

سيڏائي ٿو سڏُ پڙاڏي لئہ پارَ تان،
توڙي ان سان گڏُ جوڙي وانگر جاتَ ۾

ڇا منهنجي تاريخَ ڪي سڏي ٿو ڪو نسڏُ؟
ڇا مان ان سان گڏُ اچا آهيان پنڌ ۾؟

اُن بيڏوهيءَ کي ڇا جيئاري سگھندين؟
ڇاڙهيو ٿاهيءَ تي ڪلهه تو جو ڏوهي ڇئي؟

ڌرتيِ تُنهنجي ديسڙا ڇَڻ آهي مون ماءُ،
سنڌوءَ سارو ساءُ آهي اُن جي ٿَڃُ جو.

ڇِنو ناهي چَنڊُ ڌرتيءَ جئن هن ديس جي،
مون ۾ سارو ڪنڊ جڳ مَگ جرڪي ٿو پيو.

مون سان مُنهنجي پيءُ جئن آهي تُنهنجو ساٿُ،
ناهيان آنءُ اناٿُ هن ساري سنسار ۾.

ڪُتا ڀَونڪن تا ڀِري ساڳا ڪونگھرا!
چور نہ چَونڪن تا راتاھِيءَ تي رات جو.

گوليون ڪائي بانورا ھيئَن نہ مَرين ھا،
جي تون ڪرين ھا ڪَنِ ڪَويءَ جون ڳالھڙيُون.

٭ سُوئَر ساري ڏيھہ ۾ واتُو ڪونہ وتَن،
ڪيڏو نانھہ ڪَنَن جيئَنُ جانارن اڳيان!

ڇا جي ڪرين ننڍڙي ڇا جي اَڪ لائين!
پوئيپن پَل تائين وِڙھي وِڙھندي ڪيترو؟

٭ واتو - شڪاري جيڪي سُوئر کي وتندا آھن

پورو کهڙي پنڌ کي ڪَرِين ٿو سائِين؟
جو تو لَنوائِين لِکيو پنهنجي ليک جو!

❁ گوليءَ اُڏايو، توڙي چائوشيسڪو،
پکيءَ ڪَن لاٿار سان ڪيئن نہ پٽي ڳايو!
ڪجهہ بہ نہ لَکايو رومانيا ۾ راتڙيءَ!

❁ چَنڊُ جڏهن اُڀري آيو تاءِنان مين تي،
چِمڪي ائين رَتُ تي تڏهن چانڊوڪي،
چِڻ ڪا قدرت جي بي پروائي تي بڪي!

قدرت تو تي چو رُئي ماٿهو مَت موڙها،
يانءِ نہ تون ڳوڙها پَنيرڪي ۾ ماڪَ کي!

❁ چائوشيسڪو (نڪولائي) - رومانيا جو اشتراڪي ڊڪٽيٽر، جو ١٩٨٩ع ۾ ناتال جي ڏينهن پنهنجيءَ زال ايلينا سان گڏ ماريو ويو.

❁ تاءِنان مين اسڪوائر - بيجنگ ۾ اُهو چوسول جتي جمهوريت جي گهر ڪندڙ هزارين شاگردن کي چين جي ڪميونسٽ آمر، ڊينگ، گولين سان مارائي، چين ۾ جمهوريت جي تحريڪَ في الحال دٻائي ڇڏي.

تـوکـي پنهـنجـا تـا مـلـن پلائيءَ پاڙا،
قُـدرت کُـهـاڙا ڪنهن لَءِ ڪٽي ڪا نہ ٿي.

جيـئـيـن ڏئـي ڇِپَ تان ڪـوئي گَڏ ڇلانگَ،
اِئـين ڪَـو ڪَو سانگُ اچ تائين اِتهاس ۾ .

نـدي ٽـپـي جيئَـن ڇِپُون پارِ اُڇانگَ سان،
سَـمَـءَ ڏارا ايئـن اُپــري ٿـي اتـهــاس ۾ .

جي ٻي هر ڪنهن کي چِڙي گانديءَ ڪَڏَ لڳي،
سارو جَڳُ تڳي، تون بہ تڳين، مان ٻِي تَڳان!

ديوارن تي ٿا لُڏن تُنهنجا چِٽ پاڇا،
توکان پو ڇا ڇا گانڌي! لوڪَ لڪائيو.

گانڌي! او گانڌي! چَئه، تون ڪنهن جي لئہ مُئين؟
تون به ته هوءَ آنڌي روڪي سگهئين ڪينڪي!

❁ مُنهنجوُن مالهيءَ کي ڏسي اکيوُن ميگهه ملارَ،
وَسُ، وَسُ، منهنجا يارَ آيا وَسڻ ڏينهڙا.

ڏرِتي! تُنهنجا ڏکَ ڪيڏا سُتا وِلهه ۾،
لرزي ويا لڳَ گهوري تن جي انت تي.

❁ مالهي - سنڌي اديب، گوبند مالهي

آءٌ سَمندر، شارجا ۾ ڪي سنڌي يارَ،
جن سان هِن سنسارَ، آ مون ڪي موهي وڌو.

موتي، ڪَلا، وَندنا، موهن، گوپ ڪَملُ،
روپا سان هر پَلُ سَرچي ويو سنگيت سان.

الا مُنهنجا اڳَ وڏي ڪنهن ڦهلائيا!
سنڌڙيءَ آهن سَڱَ ڪهڙي ڪهڙي ديس سان!

جيوَن جي تورِي وِڌي مون ڪي ڏئين تونُ،
پيرو ڪَري پوُن سِڪَ وراهيان سنڌ جِي.

بادل پيرجي تا اچن جي ڳائين ٿو تون،
پُون تي پر پُون پُون مَچر ڪن ٿا ڪيترا.

هِي سَبُ ويري سَچَ جا هِي جي سياست دانَ،
سيٺِ، وڏيرا، خانَ، هِي چوڌارِي چوڌرِي.

تنهن کي ڪيڏو تَؤ هُيو تو جا ڳالهَ ڪئي!
هَر هَر سَچُ چئي تو ماٿو مچرائيا.

آهيان ڪنهن ڪرپانَ ڪان توڙي سَوا آنءُ،
هَر هَر مُنهنجو نانءُ ڪَڙهائيءَ ۾ ٿو ڪَڙهي.

ڪو آئينِ اڪبري توڪي ڏيان ها،
جي مان تيان ها سَچُ پَچُ پنهنجو اولڙو.

ڳولي پنهنجي ماڳَ کي سانگي مانَ وَرن،
تِن لئہ نيڻَ ٻَرن تيسين مُنهنجا سانت ۾.

چوڌارِي آڪاس مان تارا تا ٽمڪن،
تيسين رِمہ جِهمہ ڪَن جيسِين ڪارِي راتڙي.

هي جي چَڳوُن رانئيوُن رَتُ سان ڪاريءَ رات،
مُنهنجن نيڻَن مان ڪرِي ڏوئي تي برسات،
تون ڇا ڄاڻين تاتِ جيڪا منهنجيءَ تانگهہ ۾!

نہ ڪي ڪنهن جو روپُ هو نہ ڪي ڪو ٻہ اَروُپُ،
رڳو مَڙهيءَ ڏوپُ مُنهنجو من ويڙهي ويو.

مُنهنجو مَڙهہ ملير ۾ ٻَلي تون نہ نجانءِ،
پر جي ويندوسانءِ مون کي سارينديں گهٽو.

مون کان اَڳُ ٻہ ڪونہ هو مون کان پو ٻہ نہ ڪو،
هِي مُنهنجو سپنو ٻي ڪنهن ڏٺو ڪينڪي.

تيسين نينَ ٻَرن مُنهنجا ڪاريءَ ٻاٽَ ۾!
سانگِي مانَ وَرن ڳوليِ پَنهنجي ماڳَ کي!

ڪيڏي سبڏي تي وِچي رَوِي تُنهنجي راهَ!
ڪيئَن تياَ گمَراهَ ناهي مُڪتِي باهني!

* ڪاَلهہ مذوُ سوڏن ڪيئَن پُليا بنگال ۾؟
اِئن ماٺهوءَ جو مَن ڪيسين آڏ تو تي سنگهي؟

ڇا تون واري ٿو سگهين ڪڏهن هُن جو واسُ؟
⊙ اڄ بہ چندي داسُ آهي بنگلاديش ۾.

'اَڄُ' بہ اُن ۾ ڪو نہ آ رڳو آ 'هائي'،
ڪَلهہ يا سيائي ڪانهي تُنهنجي ڪوشَ ۾.

* مذوُ سوڏن - بنگلاديش جو هڪ شاعر
⊙ چندي داسُ - بنگلاديش جو هڪ ڀڳتي تحريڪ جو شاعر

❁ تن ۾ نہ ڪا سمرتي نہ ڪا آهي آسَ،
هيِ جي تُنهنجا سُوَاسَ، ’هينئَر‘، تنْ جي آرسي.

•

ٺياڪُڙَا! ٺَريِ وَڄُ هتان ڏينهن ٻہ ٺي ڪاٺي،
ڪارونجهرُ ڦاٽي ڪَڙڪي مَتان اوچتو!

❂ توڪي نيٺ سَرابَ سان ساڙَ دڙَو ساڙي،
مُور نہ مون پاڙي ملبندي توڪي جائڙي.

جنجهي پنهنجي پيارَ سان مُنهنجا ٻُسا ڏينهَن،
جيَا لئہ مُنهنجا نيِنهَن مون ڪان مُنهن موڙي وئين؟

---

❁ سمرتي - ياد
❂ ساڙ دڙو - نگرپارڪر جي هڪ جاءِ جا ڪنهن رِشيءَ جي سراپ سان پُونڪپ ۾اچي وئي هئي.

جيئين ٿَر تي مينهن ۾ اُسَ ڪَري ٿي تاءُ
اِيئين تو ۾ ساءَ ٽريچاٽي ٽانهرِي!

ڪڏهن ايندين ڪَڇَ مان پاري نگر تي؟
مان تو لَئہ در تي ايندُس آدرياوَ لئہ.

اڄُ نہ مُنهنجي ديس ۾ گلا گاروڙن،
نانگَ نِهاري جِن ٻَچِي وَڃن ٻيٽئان.

وڪامي واپاريو ناٿي نِياءُ جتي،
ڪَيسين لوڪَ تِتي اڏي وهندا ڀَڪڙا؟

هُـو جـِن هَـوَن ڪُـنـڊ ۾ ٽَـپـا ڏنا ها،
تن جي سارَ پلا ڪنهن ڪاڻ ڪئن وِسري وجي!

ڏونـگرَ جـو هـيِ مـورُ تـو ڪَـنـڪـر پيـٽ پَرِي،
تـو بـن ڪـيئَـن ڪَرِي ڪارونجهر ايندين ڪَڏهن؟

ڏيئا ائن نہ وساءِ تون ڪارونجهَر جي ڪورَ!
گهليِ! مـارِ نـہ مـورَ جي جرڪائن راتڙيون.

ٻَـڪـريـن جي ٻـيـڪارَ ڏَنَ ڏنـارن ڇِڏيا،
ڪـيـڏا مُـنـهـنجي پارَ آهن ٻگهـڙ واڙِ ۾!

ڪيڏو پيتڪايو اِتي مون کي رِڻ روليِ!
ڳوليِ ڏي ڳولي مون کي پنهنجو ديسڙو!

تو تہ اِهو اُلڪو ڏرتي پوري تي متان،
۽ مون تي سوچيو مون وَٽ ڌرتي هُئي ڪِٿي!

ڳاڙهو تلڪُ نراڙ تي پيرين پَڪي لڦَ،
پوءِ بہ ماٿهنِ ڳِڦ جاچي تُنهنجي جاٽَ ڪي!

چيا هي اُجلي ڦولَ ڪان پُوٽِيَن جئن جَنهن هَٽَ،
جنهن کي سارا سَٽَ سمجهي ڦِيڻ ڦِري ويا.

اُن ۾ ڪيڏا جيتِ ها جاچي ڏسُ جَڙ ۾ !
ڪيڏي ٻپڪَڙ ۾ ڌرتي اَج اَچي وِئي!

مون تو ڳاڙها گهوٽَ ڪَلهه ڪيڏا ڳانا ٻڌا!
پر تو ڪاڏي موٽَ ڄَرڪائي ڄَڄَ واٽَ تي.

جاچيءِ ماچيءِ ڳالهڙيون ٻُڌيون ٻُڌايُون،
ڪيڏيون شَرنايون مُنهنجي ڳهلي ڳوٺ ۾ !

اَجا پري آهه ماڳُ جتي ڊاٻو ڪندين،
جُتيِ ايئن نہ لاهِ آجا ڪَري پيرڙا!

تن ۾ اڳتي تا وَڏن توسان تُنهنجا خوابَ،
ڪيئي گُلَ گلابَ تُنهنجون لِڦون پنڌ ۾!

اَجا اڏين تو پَنهنجي پُل درياه تي!
پو ڇو سڏين تو پيري پيري موتَ ڪي؟

تو تہ ڪِلي ڪولي جِن مُون ماڳُ اچي ويو!
آهي ڪيڏيءَ سُڃَ ۾ اچا مون ڏولي؟
جِن ڪاپرولي آنءُ ڪُهارَن پَندَ ۾!

پوڏيسر جي پوُنءِ تي سانجهيءَ جو آڪاسُ،
جن ڪوئي راڪاسُ راتيون ڏينهان راندِ ۾.

مُنهنجا ڳوڙها سَمنڊَ ۾ سَمائي سگهندين؟
تون پائي سگهندين هِنَ ڏرتيءَ کي ٻانڌڻي؟

ڳانيو ڳاڙهيءَ اُنَ جو ڌرتيءَ ٻَڌي تو،
پوءِ پنهنجو بيڙو چا لئہ موٽائي وَتو. ✿

✪ اوسواڙَ گُذرن پاري نگر سامُهون،
آيا مون سَپنن چا چا ڏهرا ڏيهہ جا!

✿ تارا تِمڪائي پيو مانڊڻ تي مانڊانُ،
پَرسان سيڪو ياڻُ جِهڪا جهڪا ڏيئڙا.

---

✿ بيڙو - شاديءَ جو سڳڙو يا ڳانو
✪ اوسواڙ - نگرپارڪر جي هڪ قوم
✿ مانڊڻ ۽ گمورڙي - سنڌ جون ٻہ نيون

اُن کي اَبـــِي اُبَيَ جـوُن وِچـوُنَ آيـون ڏاجِ،
کَـرِ ي پيئـيِ گاجِ وَهـيِ هيـٺ گـمورڙيِ.

ڇـا مـان پيـو مَرنـدس سدائين تاريخ ۾ ؟
هاڻـي جي وَرنـدس ٻيا کي هوندا ڏينھڙا.

وِسـري وَيَئـہ وائـڙا جنـم يـوُمـيِ کيئَن؟
تون ڪئَن سَرچي هيئَن پَرَيِونيو تي گھارِئين!

ڇـو تــو کـونہ سُئا مُنھنجا سڏڙا واٽَ تي؟
سـبِ جـي لاءِ دُعـا آ مـوُن پـوئـِين پھر ۾.

۞ جاچي ساريون ڪرانتيون ڏسي تن جو انتُ،
سابرمتيءَ سنتُ وسري وسري ڪينڪي.

جي ڏاهر جي رَتّ مان تلڪُ لڳايان مان،
سمجهين ٿو توکان آنءُ ڏهوٽو آهيان!

اڄ تُنهنجي هَر ڊِؤنگ ڪان مون کي آهه ٻُڇان،
ٻ جي آنءُ ڪُڇان، آنءُ عنايت ناهيان.

ٻي ڪنهن پِٽيي لاءِ ڇا تو ٿاهو ناهيو؟
سوچيي ٻپرَ وڌاءِ پاڻَ نہ پوين ڪڏ مِ!

::::::::::::::::::::::::::::::::::::::::::::::::::

۞ ڪِرانتي - انقلاب

ڇا تون علاءُ الدين آن مان آهيان ديو؟
ڪيڏو ڀُلي تو پيهر مون تي ڪَر ڪنيا!

ڇا ساڳي تاريخ تو دُهرائڻ چاهين؟
آيو تون آهين اِن لئہ منهنجي گهر گهِري!

ڇا ڪان مون سان ڪو نہ ٿا گڏجي هوُ جيئَن؟
ڪيڏو جلدي تن بنگلا ديشُ وِساريو!

تون پنهنجيءَ بندوق سان مون ڪان ڏاڍو آن،
پَر تو وانگر مان، توتي جي اُيري اَچان؟

متان ڪنهن معصوم کي ماريان، اهو خوفُ،
مان بہ ڪلاشن‌ڪوف تو جئن تاڻي ٿو سگهان.

اَجا آزادي ڪَنيِ ڪَڍي سِجَ جئن،
ڇو تو بربادي وَري آندي ڏيهہ ۾ ؟

تون تہ چوين ٿو قوم آن ڇا تون ماڻهو آن؟
قومون ماڻهن سان بڻبيون آهن بانورا!

او شل! ڪَرَّ مَرَن جَنين ڏِيهہُ ڏکيِ ڪَيو،
وِجهي هَٿَ سَرَن ساٿيِ ڇڙهن ڪَنڌئين.

ٻُـڌلُ ڪيـڏيءَ زهـر ۾ تُنهنجـو آهه ڇُرو؟
توکان ڪـو بہ ٻُرو مون نہ ڏٺـو هِن ڪَنڌَ ۾.

اَڄُ، اوپـارو تَـر، لهـواري سَـوَ لـوڙهـيـا!
تـون ئـي پيـٽـي پَرُ پنهنجو لهَر لپيٽَ ۾.

پـهرين ڪوٺي پاءُ پـو هُو پيئَن تا لـهو،
آڪـيـڏو ڪُنياءُ ڌرتيءَ سان هن ديس جي!

ڏونگرُ مورُ ڇڏي وڃي مون سوچيو بہ نہ ايءُ،
تـوڙي ايڏو سيءُ ڪارونجهر جي ڪورَ تي،

چو تون پَنهنجو پاڻَ ٿو ڪَرين ڪو نہ بچاءُ؟
آهي ٿو انياءُ سرتا! ڪيڏو سنڌ ۾ !

جي تو ڀومي ڪَڄُ هوندين اڳ جڻن ويڄهڙو،
هي چارو، هو چَڄُ، نيٺ تہ مانگر ماربو.

جي تون ٽپين ڪيرٿَر جيئين ٽَپن ڳڏَ،
پاڻ ئي تَنهن جي پَڏَ ٿيندا سارا فيصلا.

ڪَنڌ ائين ٿا ڪورجن جيئين ڪنڌيءَ ڪانهَن،
جَڻ ماٿهوءَ جي دانهَن اُڀَ وِلوڙا ٿي وجهي!

پائـي چُنـي ڪـيسـري هيـنـانِ چولي لالُ
سِرَ تي ميندي‌ءَ ٿالُ ڪنهن ليءِ ڪنيُئہ ڪامڻي؟

مون ڪلهہ ڪاري‌ءَ رات ۾ توڪي ڳاتو باکَ،
سوُرج ڏيندو ساکَ مُنهنجي آدرياوَ جي.

جڏهن چمڪي چَنڊُ ٿو قَراقُرم تي،
ڏِسِي ماڻهوءَ ڏي آهي ڪيڏوَ وائڙو!

آڏي‌ءَ راتِ آشوکَ، مون کي سَپني ۾ ڏٺو،
اُن کان پوءِ هي لوڪَ پاڳل لڳا جاڳَ ۾.

آڏيءَ رات اَروڙ تــي ســتــارو آهــيــان،
اَڄ ڃــا تــو چاهيان، مان ڏاهَر جي ڏيهَ ۾ ؟

ڏاهَــر! تــورو ڇُــڇَ ڏِي جــي تُون وَريــن ها،
ايــئَــن نــہ مَــريــن ها، وِڙهندي ويرين وِچَ ۾ !

ڏوكــي دُشــمــن وِچَ ۾ ڏاهَــر جــئَــن مَــرئــو،
ڏوكــو اڄ كَــرئــو، اهڙو ناهي پاڻ سان.

هي جو آهي كوڙكيءَ مِرگهہ اُنهيءَ جي رَڙِ،
كَــري تــي كــاوَڙِ كــيــڏي آدِ جڳاد تــي!

چيا هُوءِ سَرهه ڦِرُ جيڪو تو ماري وڌو،
تو جئن آهه اَمَر مَري مَرندو ڪينڪي؟

چيا ڪو ناهي تو سگهي پيِلَ ٽُنهنجا پَنَ؟
توکي مُنهنجي مَنَ، سَمجهي سمجهو ڪينڪي.

آخر ڪنهن جي سوچ آ هيءَ جا سِرنهن سونهَن؟
ڪنهن جي هيءَ وِرونهن اکين جا آتت ڏئي؟

چيا آهي سنسارُ ۽ ائين چو آهي؟
لاڳاپا لاهي، پايان ڪَو ان جو پتو.

اَڄ تائين مون کي ڏنو، ڏسُّ نہ ڪنهن ڏاهي،
ڇا لئہ "ڪجهہ" آهي؛ "ڪجهہ بہ نہ" جي جاءِ تي!

هو اونهو آڪاشُ ڇا اڪارڻ آهي؟
ڌرتيءَ کي چاهي، ڇا ڇا مون نہ وِساريو!

سيڪجهہ پيدا ٿي پيو "ڪجهہ بہ نہ" مان ڪيئن؟
ڇَهڪي جنهن سان هيئَن پيئي باکَ بَسنت جي.

ٻُڍاپي ۽ موت کان جيڪا آهي دورُ،
جَنهن کي هِن سنسارَ جو، دُکُ نہ ڇُهي مُورُ،
پيارُ اُنهيءَ جو سچُ آ، پيارُ اُنهيءَ جو پُورُ،
ڌرتيءَ ۽ آڪاس جو اُن ۾ سارو نُورُ،
جيِئين حالَ حضُورُ، تيئِين آئيندو اڳيان.
(ڇَندوگيہ اُپَنشدَ)

ڪَـڏُون ڪُـوڀـا ڪيـترا سامهون اُڀرو واءُ،
آءُ ٿَڪـو هـان پَنڌَ ۾ تون ئِي مون ڏي آءُ!
هِي جو منهنجو گهاءُ، چِڪِي چِڪِي ڪيترو؟

ميـان! مون ڪان ڪونہ ٿـو پُڄِي هاٿي پَنڌُ،
سـائيــن! تــو سوڳنڌُ موٽـائي وَٺُ جِندڙي.

جيڪر پوري ٿِي وڃي هيءَ ساري ڳَنَ ڳوتَ!
تون جي اچين موتَ، تُنهنجي ڪَيان آجيان.

هَـتـيـن هَـٿ ڪَڙولَ، پيرَ بہ سوگها پَنڌَ ۾،
روڪِي سگهين ڪينڪي، پوءِ بہ مُنهنجا پولَ،
چو اِئن مُنهنجا ڊولَ، مون کي پَرکين ٿو پيو؟

پپرين پائي گهنگهرو نچي مان بازارِ،
هَنيان وارون وارِ، نعرا اَنت اَناسَ جا.

گهنٽا روز گهڙيال جا وَر وَر ڏِيَنِ واڪَ،
مهمانو، اوطاقَ گهر وانگر پانيو متان!

ڪوئي موڙُ نہ توڙُ آ، آهيان پانڌي آنءُ
ڪهڙو مُنهنجو گانءُ ڪوئي جاٿي ڪونہ ٿو!

هيءَ جا انڌي 'نانهہ' آهي انڌوڪار ۾،
اِن ڪان پو ڪا 'آنهہ' آهي ڪنهن اڳٿي ڏئي؟

اڳِتي جو اَنڌڪارُ، ناهي اڄ جي ڳالهڙي،
اَڄ جئن پارُ اپارُ جاچيائون هر جُڳَ ۾.

سڀَ ڪي سَمَيءِ ڪَڏَ چيا ڳڙڪائي تِي چَڏي؟
ڇيا هِي سارا سڏَ سَرچِي ويندا سانت سان؟

ڇيا مُورڪتا ڪان متي ماٺهوءَ جا ڪي ماڳَ؟
ڇيا هِيءَ جاڳَ اَجاڳَ نِنڊَ نهوڙيندي ڪڏهن؟

جيڪر وسرامي ٿيان تو ڪِي ڪَري تياڳُ،
ڇيا تون مُنهنجو ماڳُ؟ آءُ پِلو هان پَنڌَ ۾.

اڄ مون تُنهنجي تات ۾ تَن مَن مان واري ڪڍي،
هاڻي مون کي مات ۾ ڪا شيءِ ڏيندي ڪينڪي.

سڀُ ڪُجھه گُذري تو وڃي هي سڀُ مايا ڙي،
ڪيئي آيا ڙي، تو جئن هن سنسار ۾.

پيھه لڳي پيئي ڪيڏي آهه پَرار ۾ تي!
هڪڙي بيڙي جئن پُڳي بي بيڙي وئي،
ساندارو ڏيئي، ڪنڌيءَ پَهتا ڪيترا.

مُرڪ مٺيا پوئي پَئي سوچي پنهنجي 'پوءِ'،
لُڙڪ لڳي تي لوءِ، ويندي پَرئين پار ڏي!

گهڙيءَ جي ڳينوارَ ڏُونگرَ ڏورايا گهٽا،
سِجَ لٿي جو سار ڪيڏِي پيڙا ٿِي وئي!

ڪُلها ڪالهه نِوائيَءِ ڪائِي جيئن ٿاپا،
جُبا ۽ جهاپا، تو ٿي ٿِي ويا ٿهڪڙا.

* آءُ وِويڪ آنندُ، سرچِني وياسين سوچَ ۾،
هاٿِي ڪو به نه بَندُ هن جي لَهر لَپيٽَ ٿي.

سپنو آ يا ساپيا، هي سارو سنسارُ،
هِي جو مايا جَارُ، چِڄي چِڄي ڪينڪِي!

* وويڪ آنند - هندو ويدانتي.

تـوڙي هـــي ڏُکَ سُـکَ اونـدهہ پـوڙي تـي چڙي،
اڳـتـي لئـہ جا ٻُـکَ، لَـهِـي لهي کينکي.

شـنـکـر آچــاريــہ ڏنـو چـا لئـہ پَـجـي پِـجُ؟
جُـهـڙ ۾ کـوئـي سِـج آهـي چـا آکـاس ۾ ؟

چو تنهنجِي ساچاهَ کنهن کنهن ۾ پيئي مِلي؟
مـون کـي تُنهنجـي راهَ کـيـڏي روهہ رُلائيو!

چــا هـي ســارا ڏيـئَــڙا اَکــارڻُ آهــــن؟
کـاڏي تـيـون کـاهِـن کَـتيُون کارونيارَ ۾ ؟

تيـاڳُ ڏنـو مـون تِـرپتـيءَ آءُ تـہ وڏياڳي،
متـاڻ وِيـراڳِـي، تِـيـن مُنهنجي اپياسَ سان!

هـي بـہ ڪَپي، هو پِي ڪَپي، ماٺهوءَ منشائُون،
۽ هـنِ جـي "آئـون"، پَـل لئہ پلبا ڪينڪي.

مـون سـبُ آسَ پَلي چِـڏي اچـين يا نہ اچين،
چو تـو اِيئَن ڪَرين اڄُ سيان جون ڳالهڙيون؟

ڪيـڏِي تُنهنجي اينگهہ اجاڻ تون آهين هِتي؟
لُـڏي پيئـِي پِينگهـہ تـو لئہ ڪا پولار ۾.

چيا لئہ اينگهائين پيو، پنهنجو پويون پَلُ؟
ميان، هاٿي هَلُ، هر شِيءِ کي پُٺ تي چڙهي!

هِي کهڙو آڪاسُ سان آ تُنهنجو انگلُ!
چو تو پويون پَلُ ڌرتيءَ کي ڇُهڻي پيو؟

مون کان موٽائي وَٺُ مُنهنجي آدَرشُ کي!
پاتو ڏُکُ رڳو پرين مون اُن کي ڳائي،
چيا اُن کي پائي، آءٌ سَگهان ٿو جيئَري؟

ٻُڌيءَ سُڌيءَ ڳالهڙيءَ مُنهنجو نہ ويساھُ:
تُنهنجو مُنهنجو ناھُ آندو سانجهيءَ سَمنڊَ تي.

نِپَٽ انڌا پاڻ تون اِئَن نہ اُن جا نينَ،
ڇو تو ايڏا وينَ، ڏئين نيري نَڀَ کي؟

ڇا تُون انڌو آنهہ ڙي اي نِيرا آڪاشَ؟
ڇو مون ۾ وِشواسَ، تو لئہ نينَ نِچوئِيا؟

اُن کي نَوَ لَکَ نينَ ها انڌو ناهي اُبُ،
تُنهنجون ڳالهيون سَڀُ، آڏو اُن جي اکئين.

وَقت وڃائن تا پيا دنيا جا ڏَنڌا،
هي جيڪي سَنڌا مون ۾ مُنهنجي چَنڊَ ۾!

هُو ئي آهي ناڪئو هُو ئي آهي سَمُنڊُ،
هُن سان تو ۾ گُهنڊ، ڳهلا ڪَهڙيءَ ڳالھ تي؟

ڇا هي پيريءَ جُون ڳهليون ساريون ڳالهڙيون؟
ڪِڙي پاڻَ پيون، مُنهن انڌيري مُڪڙيون!

هَر ڪو مون کي ائن چوي، 'ترڪي پيو آهين،
'ڪارونجَهر تي چَنڊ کي ڇا لئہ تو چاهين،
'جيڪو پَرانهين ڏِک ڏئي پو لارَ ۾؟'

❁ ڳولي تو ڳوليان نوڙي آنءُ نَئينگ تي،
تو کي تو ڦوليان تون جو پاڇو چَنڊ جو.

❁ نئينگ - نئين گاج کان ڪجھ پنڌ تي پاٽيءَ جو هڪ قدرتي چشمو.

تارَن کي پُٽ تي ڇڏي وڃين ٿو اڳتي،
تَرسِي ڇو دگ تي، پُٽ تي ڏِنيئہ پِرٿوي؟

هِي جوئو جِنسارُ سَپُکجھ واري ٿو وڃين!
اهڙو کهڙو پارُ وَيو آ تو کي وَٺِي؟

جَڻُ اوچي آکاس کان مون لئہ مَٿِيرا،
هي تُنهنجا پيرا، گهري نِيري سَمنڊَ ڏي.

هِي جي منهنجيءَ ديدَ کي کَن ٿيون ڪتڪايون،
ڇا هِي ساريون ڪيتڪيون اُنهن مانَ آيون،
ڌرتيءَ جون جايُون جيکي ڌوڙِ سمائِيوُن؟ ❁

---

❁ ڪيتڪِي - هڪ گُل

وَچــٿـو هــان وَٿــڪــارَ مان سَڏِي پَئي سُڄ،
جَــڻ تــہ اَڏوري اُڄ لَـڙِــي مُنهنجِي لوڪَ ۾ !

ڏورُ پــهــاڙيءَ پــيـچــرا، شـفـق جــو پاڇو،
ســاڳِي ڇا ۽ ڇو، مون سان مُنهنجِي پَنڌ ۾ !

آءُ قناتون ڪَڻُ، سَفَر لَـئـہ ســانــبــاهہ تــون!
تُنهنجــي مَــٿــان جَــڻُ، تــارا تَنبوءُ تِي وَيا.

تــڏِي تــرل رِل، ســـاڳــي آ سـنـگـيـت ۾،
دَهڪِي تِي ڪنهن ديدَ لئہ مان يانيان ٿو دِل،
جَرڪِي جا جِهل مِل ڪَنڌِي مُنهنجي جِيءَ ۾.

* ڳايون جئن ڳوڏول ۾ پنهنجي تورَ ٽُرن،
مُنهنجي مَن ۾ گهنڊيون سارو وقت ٻُرن،
صديون جڻ تہ سُرن سانجهيءَ ويري سانت ۾.

ڪيڏيون مُرغابيون منهوڙي تي واءُ ۾،
سڀ اُڏري ويندِيون بندر تي چوڳو چُڳي!

هُو اونداهي سَمنڊَ ۾ پَرتان جيڪي ٻيڙ،
هَر هَر لَهر لپيٽَ مون کان ڪيئَن لِڪائيا!

هيءَ جا مُنهنجي جندڙي جئن ڪو جهونو گهرُ،
اَجان جنهن اڳُر چمڪي پيو چنڊ ۾.

---

* ڳوڏول (هندي) – ڏوڙ جا ڳئون ويندي اُڏائيندڙيون آهن. شام جو سمو.

جنهن کي تو جِئَن ساهُ آ سَهو مارِ نہ تُون!
آهن جَنِ تُنهنجون ڏوڙون اُن جي ڏَپ ۾.

ڪيڏي کِل کِل کيپَ ۾! ڪيڏا ماٺوءَ راڳَ!
جيڪي جِنُ تہ مهاڳَ آهن هُن جي اَنت جا.

جيوَن جيِيءَ جيئَن جر ۾ جَرڪي تو وچي،
رَڳَ تيَن تا ايئَن سارا سانگَ سرير جا.

نہ ڪِي ڪوئي روپُ آ نہ ڪي ڪو بہ اَروُپُ،
رڳو مَڙهيءَ ڏوپُ مُنهنجو مَن ويڙهي ويو.

هُــو جــو ازلي شُــومُ پَــلَ پَــلَ ڳاٺــاٽــو ڪَــري،
اڄ مُنهنجــو مقسومُ، مون کي آڏو ٿــو ڏ ئــي.

چِــهــرو لــنــوي ٿــو، اُن جي رَتُ رَتُ رَتُڪي پئي،
پــويــان پــڙڪــا ٿــو ڏ ئــي آڏيءَ جــو ڏيئو،
مُــنــهــنــجــي ڇا ۽ ڇو اونده واري ٿِــي ڇڏي.

ايــڏي نــيــري سَــمــنــڊَ ۾ ويــا ڪــونــ وَريــا،
ٿــورِي ديــرِ تَــريــا ۽ پــو سِــيــرَ سَــمــائــيــا.

ڇــا اڳــتــي ڪــو مــيــتُ آهــي آدريــاوَ لَــئــ،
ڪــوئي آدي گيتُ جنهن جو گونجي ٿــو پيو؟

وڃڻو آهه پَري ڪُهه ڄاڻان ڪنهن ديس تي!
جيسين پوانءِ نَري اڳتي پير وڌن نه ٿيا.

مَندر مسجد ڪان پَري تُنهنجو گهرُ ٿاهي،
مون تو ڪي آڪاش مان ڌرتيءَ تي لاهي،
چائِتَ بِن چاهي مَن ۾ جوڙي مورتي.

ڌرتي! ڪيڏا ڏکَ تُنهنجا سُتا ولهه ۾!
لرزي ويا لِڱَ گُهوري جِن جي اَنتَ ڪي.

ڪيڏو نه اَبهامُ، آهي مُنهنجي بيت ۾!
مون ڪي پهچي پهچندو مان پانيان ڄا عامُ!
سارو عَرش ڪَلامُ تارا طنبورو ٿيا.

صبح سويري ڪڏهن، شايد مان نہ اُٿان،
مُنهنجي ننڊ مٿان اکيون اورانگهي وَڃي!

آءٌ تہ هان تو لاءِ ڪنهن سپني جو سپنو،
هَئہ هَئہ مُون کي توُ جوئو سمجهو جاڳَ ۾!

هيءَ خيالي ڪوٺِي هِيءَ چانڊوڪِي پِٽِ تي،
ڳولِي ٿِي ڳوٺِي، تو کي، تون ويندو رَهئين!

ڪنهن ڪوٺيو؟ ڪاڏي ويان؟ سَڌُ نہ ڏئي ڪو،
ڇا آهي ڏوڪو جيڏيون سارِي جِندڙِي؟

مون کي آکيِ "آءُ" تو اِئن کو آڪاس مان،
جڻ ڪوئي پڙلاءُ آهَي اونهي سمنڊ جو!

ٻوليو ڙي ٻوليو سانتِ ڪَڍي مون هينئڙو!
کوليو ڙي کوليو پَنهنجا ٻُنيا ٻاهران!

وڃڻو آهہ پَري ڪُهہ ڄاڻان ڪنهن ديس تي؟
جيسِين پوڻءِ نَري تيسِين پيرَ وڌن نہ ٿا.

ڪُوڪُو ڪُوڪُو ڪوَيليون وڃان پيو آنءُ،
جنهن جو هو ٿِرڻاڻءُ اَڄ تائين آڪاس ۾.

هُتِيا هُونگاريو پانڌي ڏسي پَنڌَ ۾،
جنهن سڀ ڪجهه واريو ٿَر جي ٿڌيءَ ريتِ تي!

ڪنهن جي آهه نِهارَ ڪارونجهر جي ڪورَ تان؟
ڇا هِي ڪوئِي مورُ آ؟ اُن جي آهه پُڪارَ؟
ڇا هِي مون ڪان ڌارَ چُري پيو چوٽ تي؟

ڌرتي! تو ڇاتو نہ ڇا تو وَٽ مان مهمانُ،
ڏيئي گيت مهانُ رَمندس پنهنجي راهَ تي؟

ڪيڏا نہ رانياٽَ سمايا هُن سانت ۾؟
جن جا اوچا ڳاٽ آهن ڪيئي اُيَ ۾.

اوچــو آهــي رِکّ ڪان هــي تُنهنجــو آوازُ،
جنــهن جو پــورو رازُ تو نہ پروڙيو جيئَري!

وَهنــدِي نــدِي وقت جِي جنهن جا آرَ نہ پارَ،
سَرجِي سِرجڻهارَ معنيٰ ڳولِي موتَ ۾.

مــان وسرڻ جــو ناهيان متان وسارين!
مون تو کي اَمرت ڏنو متان سو هارين!
ڏيئي نہ پارين مُنهنجيءَ اَمر جوت کي!

هن منّيءَ مان ڪِلَ پيهر ڪِلندِي وِڄُ جان،
دِوليا! ڪهڙي دِل جيوَن ڪانَ پوَ موت کي!

چو تو ساڙُ سُگند سان تون ائن گُل نہ لَتاڙِ!
هِيءَ جي ڏرتيءَ جي ڏَڄا اِن کِي کن پَلُ تاڙَ!
تـو لـئـہ بي كنهن واڙِ اَهڙا رَنگَ نہ رانئبا.

مـنّـي آ مـنّـي هـيءَ مـاٺـهـوءَ جي جندڙي،
جَيڪا جَڳَ سان تِي ڪَري ڪن پَل لئہ ڪنّي،
چـانـڊوڪـِي چِـنّـي اونـده ڪَان اڳـتـي اَٿي.

منّـيءَ مُنهنجـيءَ مان وَري نِسري ڪيئي پيارَ،
آَٿـي رُت رابـيـلَ جـي واسِـي هِـن سـنـسـارَ،
سـانونَ سان وَسڪارَ ڪندا رُونجهَيءَ ريت تي.

سَهـسـيـن پـيـرا سُـجَ مِ مِان تـو کـي ڳـولي،
سـامـيءَ جئـن ڦـولي وجيان تـو وٺـڪار مان.

پَرلئہ ڪان جنهن جو اڳي آهي ڪو پڙلاءُ،
آءُ، هَلي اچ آءُ، تون مُنهنجي اُن گيت ۾!

تو بِن هي سنسار اڳ جئن هَلندو ٿو هَلي،
ها، پر مُنهنجا يار تو بِن ڪا آهي ڪَمي.

تو مان ۾ جو اوچُ آ سدا اُڀري ٿو،
ڪڏهن اُن جو پيارَ ۾ پَوي ٿو پاڇو،
ڪڏهن گيت ٿيو برکا جئن برسي پيو.

هي جو مُنهنجي موت ڪان آهي پو بہ مَهانُ،
هائو، اِن آواز ۾ اُڀري ٿو انسانُ،
اِنهيءَ جو اِشنانُ گنگا ۾ آڪاشَ جي.

وچين تو وٿراھہ ۾ اڳتي ناھي سُڃَ،
تو ۾ تُنھنجي اُڃَ، ڳولي لھندي ائينءَ کي.

ھي جيڪي رانياتَ سَمايا ھن سانت ۾،
تِن جا اوچا ڳاتَ يانءِ تہ اڳتي اُيءَ ۾!

آئون مسافر آھيان وائون ووڙيندي،
مُنھنجا پيرَ پٿون ٿيا تو لئہ تاتيندي،
تو کي ڳوليندي، آھيان اُجا پَنڌ ۾.

ڪارونجھر تان چَنڊَ کي تاڙي ڏٺو مون،
ڪونہ ليين ٿو تون، ڪنھن بہ گھٽا گھنگھورُ ۾!

شايد پري نانهہ تون ويجهو آن پيارا،
مون تُنهنجا چارا چوڏارِي ڳولِي ڏٺا.

آڪيري جي اوٽ تہ موٽائِي مون موتُ،
فانِي تہ ٿئي تہ فوتُ، پَرڙا ڪوهي پَنڌ ۾.

فنا آجو تي ڪري هر ڪنهن بَقا ڪان،
چاهِين تہ چاڪان نِيرَ اڳتي "نانهہ" ۾ ؟

اَچِ، اَچِ، آجو ٿيءُ، نيرَ سب پاسي ڪري!
جَڳُ جي رڱو هيءُ، ڪَسَ نہ تو ڪي ڪارٽي.

"ڪونهي"، "ڪونهي" مون چيو پوءِ بہ تون سائين!
پَيو ڪڙڪائين مُنهنجو دَرُ اَڌ رات جو!

جهونجهڪڙي جي جهانءِ ڪُڪڙن دَسَ هِنيا،
جِئَن مون پيرَ کَنيا رَمِي وِيئي راتڙي.

ڇا مان پنهنجو موتُ ايڏو جلدي ٿو ڏِسان!
رِوز ٿيان ٿو فوتُ رِوز ٿيان ٿو جيئرو!

مَتان مان نہ مَران وَري ٿيان جيئَرو،
اُٿي عيسيٰ جان، رَمان پنهنجيءَ راهَ تي!

ڪڏهن سيڪُجهه آنهه تون ڪڏهن ڪُجهه ناهين،
آهين ئـي آهيـن، تـون جو مُنهنجي ڪوجَ ۾

"ڪبير" جيٺي ڪاٺَ جي مُنهنجو مَن موهي،
مُـنـهـنـجـا پَـرَ ڪـوهـي اُڏاري آڪـاسَ ۾ .

ڪـيـڏو اڳـتـي تـو وڃان پُٺ تي پيرَ ڇڏي!
مون سان ڪنهن بہ لڏي اَچ تائين نہ نِڀائيو!

ڪـيـئـي پـيـرا بـازُ آيـو ۽ مـوٽـي ويـو،
ڳـيـري جـو آوازُ آڪـيـري ۾ آ ايـا!

تـوڙي مُـنـهـنـجـي نندَ ۾ ڪيئي ڪارا سَر،
تِــرڪــي وَجـن پَر تِنَ مان سوَنهرِي مَچِيوُن!

ڪَلهہ جو مون کي تاجُ تُنهنجو پارائيــوُن پَئِي،
ڇو مون تُنهنجو ڪاجُ پورو ڪيو ڪينڪي؟

آنءُ تہ ڪائي شَيءِ نہ هان سيڪجهہ آهين تون،
تو جو مُنهنجو موُن، آپنايو ڪنهن ڪاجَ لئہ.

رڳـن مـنـجـهہ ڦِريـن پـيـو لـهـوءَ وانگر تُون،
مـوت سدائين مـون، تو سانَ گهاريا ڏينهڙا.

ڇـا مـانـگـر ۽ مورڙيـو آهـن تـڏهــن کان،
جـڏهـن سَمـنـڊَ اڃان هِتي ڪُنَ ڪَيا نہ ها؟

اَڳ ۾ هُيــا سَمـنــڊَ کان ،مـانــگرُ مورڙيو،
تـهـان پـوءِ ٿـيو واقـعـو تن جي ويڙهہ جو.

هـاڻ تـہ لَـتـي سِـجَ جا سَـوين رنگَ تلاوَ،
تُـنهـنجـي پـوئـيـن تـاوَ رتـا سَـپـنا ڪيترا!

نَـرا اُيـا جـنـهـن، ڪَـيـا پـئـي مـوت تي،
ڇـا هـي سِـٽـون تَـنهـن، اُفـقِ پارِ اُڏاريون؟

چو تون مُنهنجيءَ اوڇتو ڦٽائين تو نِنڊ؟
ڇا هي تُنهنجا گِهنڊَ مُنهنجي لاءِ گُڙن پيا؟

اورانگهي آئين هِرڪا چانئِيُت چِتَّ جي،
وينو هلائين ڪاڏي ونجهہ وِجود جا؟

اَمي! هن سنسارَ ۾ تون آهين مون ساڻُ،
ماَن جَڻ پَنهنجو پاڻُ پانيان ٿو تو گود ۾!

موٽايو آ ٻارَ ڪي مون ۾ مُنهنجي مون،
اَمي! اَمي! تون آهين شَفق اوٽَ ۾.

سارِي پِرڪرتي لڳِي ٿِي جڻ مُنهنجي ماءُ!
جَڻ هُو مُنهنجو پاءُ اُڀريو آ آڪاس ۾ !

تون بہ تہ مُنهنجو ڀاءُ جڻ آهِين آڪاس ۾ !
تُنهنجو چَنڊَ چِٽاءُ مون هَر سِٽَ سَمائيو!

ڇا هي تُنهنجا تِرورا هي جي مُنهنجا سُواس؟
اوءِ اَبا آڪاس، مون تي تُنهنجا هَٿڙا!

تارَن تائين آنءُ ڪنهن ڦهلايو آهيان؟
جَڻُ تہ وِهائو نانءُ وَرتو مُنهنجو وِلَهہ ۾ !

اُنَ جو پِرايو اهو ۽ هي ماٺهوءَ مَنُ،
رڳو اِهو ڏَن تو سان ويندو موت ۾.

ائين ڪئن ٿيندو مان جو ڪجھ پيي آهيان،
اَهڙو پَل ايندو ڪجھ بہ نہ هوندس مان جڏهن!

پِرين! جيڪو پيچرو اَزل جو آهي،
جِيئَڻَ -پِٽ ڊاهي اِن تي روز وڃان پيو.

موتُ تہ اَچي ايئَن جئن، جهِرڪي جهٽي بازُ،
ڪنهن بہ پروڙيو رازُ، ناهي اُن جو جيئَري.

چالئہ سينگارين پيو ايڏو هي اَستانُ؟
ميان، تون مَهمانُ جاڀي جاليندينُ گهٽو؟

مَرڻ تائين موت سان اهڙي شرطَ نہ ڪَنهن،
وِچڙِي گِيتَ ڪَڏِهن تو ڪان ويندا ڪينڪَي.

ڏرتيءَ ۾ تو ڏانهن تو وجان پيو آنءُ،
اَمڙ! تُنهنجو نانءُ اَجا مون نہ وِساريو.

اَمي، اَمي تون اَمي، تون آهين ڪٿي؟
تو ڳوليندي مون ڌَرتي، اَڄ ڏاري لڳي.

ڪَلهه مون ڇيو ڇَنڊ کي "هاڻي لهي وَڃ،
"اَمي مونِ کي ٿَجُ، اِئِين ڏيندي ڪينڪي".

پوڄان ٿو مان پيارَ سان تو کي نِمِي ايئَن،
جَڻ تون آميءَ جيئَن، مون لِئِہ آهين پرِتِوِي.*

آ ساري سنسارَ ۾ جڻ تُنهِنجو نالو،
ڇَوڏَس، شِوالو پِيَڄنَ ڪيڏي ياوَ سان!

اُفق کان اڀِتي وَڃي ڪنهن سان تو ميلا،
پنڇي اڪيلا سانجهيءَ جي آڪاس ۾؟

* پرٿوي – ڌرتي.

هي جي ننديا پارڙا ستئڙا چوندِن،
ڳِرڪائي ٿي تِن ڪائي وِيرَ سَموندَ جي.

وِيرَ وساري ڪيترا ڪَنڌيءَ تي ڪُڌڪَن،
تَانگَهہَ نہ ڪائي تَن متان اُٿلي اوچتو!

ڇا ماڻهوءَ جي موتَ تي هَر شيءِ ڪُنڀي ٿي؟
يا ڪا ڦُٽي ٿِي مُڪڙي ڦوڙِي ڦانگ ڪي؟ ✽

جيونَ ڇاهي؟ تون اِهو، ڪيئَن سگهين ڄاڻين؟
جيسين تون ماڻين پهرين پنهنجي موتَ کي.

✽ ڦانگ – ٽاري.

موتُ بہ آ جيئڻَ جيان ننڊ بہ آهي جاڳَ،
مون مِ مُنهنجا ماڳَ اَيڏا ڀاريئہ ڏيئڙا!

وَر وَر مُنهنجي ڪَنڌ مان اچا ٿو ڳائين،
تون ڇا ٿو ڀائين، مون ڪي پُورٽتا ڏئي؟

❁ سانجهي ميرانجهي ڏسي ڪَنيُو ٻمبوءِ تان،
ڪاڏي، ڪُهہ ڄاڻان اُڏرِي ويو اوچتو.

رَهٽو ناهہ سَرِيرَ سان ناتو سَدائين،
ڇاجي ٻچائين سائين، پنهنّجي ساهہَ کَي!

❁ ڪنيُو – سمنڊ جو هڪ پکي.

ڇو تون پنهنجي ٻُڪـَّ جون آگريون ڪولين،
اُن ۾ جو پاڻي هُيو تنهن کي پو ڳولين،
۽ پو جابولين ڪِئن مان اُجَ اُجهائيان. ❁

موتُ تہ سڀ ڏي ٿو اچي اُن ڪان ڪو آجو؟
هي تو کي ڇا جو اُلڪو آڏو ٿو اچي؟

پوئين سِپَ بہ پيءُ متان جامُ ائين ڇڏين!
جيءُ اچا ڪُجھہ جيءُ ٿاٺا ٿاري موت جا!

هن ڪان اگِتي آهہ ڇا ڪنهن ڄاتو آهي!
ڏَسُ ڏنو ڏاهي ڪهڙي مونِي ماڳَ تان؟

---

❁ جابولڻ – ننڊ ۾ ڳالهائڻ.

هُو جو اُونهي "نانهن" جنهن ماڻ ساري "آنهن" تي،
اُن تي موٽي "آپهِن"، واري سُرت ستاوَ مَ.

ڇا اي سِرشٽي ماٺهوءَ کي تو ڪاڻ ملي،
پَنهنجيَ درشٽِي آهي تُنهنجي گربَ ماَن؟

جِئن ڪو پار ڦِٽي ڪري، پَڳل رانديڪو،
تون ڏِيئِي لِيکو، وارِيندين سنسار کي؟

جيئين جيتَن پيٽيُون اِپِئين ناهہ نہ تُون،
تُنهَنجوُن اُڏارون اُگتي ڪُجھہ آڪاس ڪان.

نيٺ تہ تُنهنجي جيت تي نيٺ تہ مُنهنجي هارَ،
مان ڇا آهيان؟ ڇارَ، ٻرِي پوءِ ٻُجهي وڃان!

هاڃُوءَ هَنيو ڪونَہ اَهڙو ڏاڙو ڏُند ۾،
سَرُ تي سانجهيِ ڇو نَہ تو تي مان واريو وڃان!

هِن ڌرتيءَ تي ڪيتري اِن جي آهہ آٿاٿ،
هوءَ جا نِيرِي ماٿِ آهي اَڳتي سَمنڊَ ۾َ!

ڪيئي چارا پيچرا ڪيئي وَڪَڙ وَرَ،
وَرَ وَرَ ساريءَ ڌَر مون تُنهنجا پيرا ڪنيا.

مَڇيءَ هاڻي نينگرِي ڪَنڌيءَ جا ڪُڏڪي،
ڇا ڪان تِي سُڏڪي بارهوئِي ٻي پارَ لئي؟

هُونءَ تہ ملٺو آ ڪڏهن مون ڪي مِٺيءَ سان،
ڀانيان ٿو تہ مَتان اِن تي ڪوئيِ گُل ڪِڙي!

سارِي رات سَراءِ ڪي پَنهنجو گهرُ سَمجهي،
نيٺ روانو تِي وَرتُئہ پنهنجيءَ واٽَ ڪي.

ڇا هيءَ واٽَ سمائبي ڪنهن اونداهي پَڪ،
جنهن ڪي تُنهنجي اَکِ گهوري پئي غور سان؟

* آواڳـوَن جـي تـو جـو ڪَئِـي ڳالـهـڙِي،
وَڻ تان مـوَن پَـٽ تـي لَـهـي دونـالي رکِي،
◎ ڦـاڙهـي مِ ڪَـهـڙِي ڇَـبَ ڇِڪايو ڏيان ڪي.

متان مارين سِپڙهه ڪي گهري گهاٽي جَهنگ!
ڪئن چنجي اِنَ سَنگ اڳِ تو گهاريا ڏينهڙا!

چِتـوُنءِ آمـي ڏارَ مـون ڪـي وِسـمَـئـه مِ وِڏو،
ڇا هـن جـون پـيـهـارَ ٻُـڌان پـيـو ٻولڙيون؟

ڇـا هـي سـارِي عُـمـرِ هـو مُنهنجو همسايو،
جيڪوَ گهر آيو مون ڪانَ مُنهن اوڙهي ڪري؟

* آواڳوَن – جنم جنم جو چڪر.
◎ ڇَب – شڪل، صورت.

مون ۾ ڪيئي جوُٽيون اٿ ڪُٽ اڳياڙيون،
تاريون سَلهاڙيون جِيئڻ گهاٽي جَهنگ ۾.

تون تہ اُجهامِي ڪونہ وينديننءَ مُنهنجي آتما،
مون ڪي جُنهن جيِ اونَ سو آ ساٿُ سرير جو.

مَتان اُٿين ڪونہ تون ڪڏهن اَسُرِ ويرَ!
ٻُڏي ٻِنيءَ پيرَ تو ۾ چُرپُر ڪانہ ٿِي!

ٽاٽي جا ٽوبيرَ آ انَ جُو اَنتُ اٿاهُ،
وَهِي پيو واهُ ڪوئي آدِ جُڳاد ڪان.

مون کي ڪائي "مون" اڳتي سَڌڙا تي ڪَري،
متان روئين تون اوڳي! منهنجي انت تيٰ!

موتُ اَڌوري ننڊَ آ تو ياٿين پُوري،
موتُ بہ ضروري آ ماڻهوءَ لئہ ننڊ جان.

* ڏسُ، ڪيڏا ماڻهو ڌرتي ڪائي تي وجي!
پوءِ بہ اُنِ جو تُون پيٽُ ڀُڪايل تنو ڏِسين.

مچيرا ڪيڏانهن، مون من تُنهنجي چارَ ۾
وچين تو جيڏانهن، آءٌ بہ اوڏانهين وجان!

* ماڻهو ۽ تون، قافيہ صحيح آهن.

جي تون منهنجيءَ سمجهہ کان مٿاهون آهين،
پو ڇو تو چاهين، تو کي ميان پهچِي سگهان؟

جئن پتر ۾ چٽنگ تئن تون مون ۾ آهين،
ڪڏهن تو چاهين، اُيري اچين آگ جئن؟

جنهن تي ڪائي پُل نہ آ، تون اهڙو درياهُ،
تو کي منهنجو ساهُ، پهچِي پهتو ڪينڪي!

مان تُنهجو هان اولڙو يا مُنهجو آن تون؟
تو ۾ مُنهنجِي "مون"، تُنهنجِي "تون" سان وِئي مِلي.

ٻوند سمائي جيئَن هيڏي ساري سَمنڊَ ۾،
آءٌ ٻہ تو ۾ ايئَن پنهنجو پاڻُ سَمائيان!

تو کي چؤُ تہ سَماٽِيان مان ٻوليءَ ۾ ڪيئَن،
تون جو هونءَ نہ هيئَن آهين هِن سنسار ۾ ؟

مان جو تُنهنجو "تون" ڇُهان تہ ڇيهُون ٿيان،
ڏوران ڏِسِي مون، تو کي آءٌ لنوائيو.

منهنجي من ۾ جاءِ، آهہ وَڏِي سنسارَ کان،
اَچ، اَچ لِيئو پاءِ، ڇا لَئہ ڇِرڪِين ٿو پيو؟

تو ۾ مون ۾ جا وِٿي، ڀَرجي ڪِئن ڀَرجي،
تارِ ٻـ جي تَرجي ڪِٿِ آهي تُنهنجِي ڪَنڌي؟

تون ئِي پاڻيءَ بوند ۾ تون ئِي آن پَٿرُ،
ها، مون تنهنجو گهرُ، هَر شَيءِ ۾ ڳولي لڌو.

جي تون لا محدود آن ۽ ناهين محدود،
تُنهنجو آءُ وِجود ڪئن ساڃاهي ٿو سگهان؟

جي تون چڱائي هُئين بُرائي ڇاهي؟
چِتَ ۾ ڇا چاهي جوڙيو آ تو جوڙ ڪِي؟

تُون جو گهڻائون، تو ڪَي نانگَ نِهارَ ۾!
تُنهنجون اِچائون سمجهي سَمجهان ڪيترو!

ڇا جي لاءِ وِڇُون، تو ايڏا پيدا ڪَيا؟
پَر ڄاڻين تَو تُون ڳُجهه ڳُجهاندر ڳالهڙي!

ڇا تون آن آزاد يا تو تي ڪو زنجيرُ؟
يا تُون اڇا تيرُ جيڪو آهه ڪمانَ ۾؟

تون ئي قولَ قَرار ۾ تون ئي سَرءِ واءِ،
ڇا تون منهنجو گهاءُ تون جو جياپو ڏِئين!

تون جون منهنجو موت آن تون جو خيالي،
جَرڪِي تُنهنجيءَ جوت سانِ اڄ وِيئي چاتِي،
جڏهن تو جهاتِي پاتي قولَ قُلاز مان.

تو ڪيڏو اثرت ڪَيو منهنجي آءَ سانِ،
واڳون تاڻي رَتُ ڏِنُئہ مُنهنجي وَسَّ مِ!

واڳي چُڙواڳي تنهنجي آءِ وجود سان،
رِاتڙيون جاڳي اپنايم تُنهنجُون اِڪيون.

نہ ئي تون آزاد آن نہ ئي تون پابندُ،
مون تُنهنجو سؤڳندُ آءِ بہ تو جئن آهيان.

تـوڙي تـوتـي تـو ڪجھ روڪين نہ تو هَٽُ!
تنهنجـو اَنتُ اَڪٿُ، تو لئہ ڪارڻَ ڪيترا!

اَڄ جـا بَـدِي تِـي لـڳي، اَڳـتـي بہ ائـن آ؟
يـا نـيـڪـيءَ جِئن آ پنهجي پوئـين اَنتَ ۾؟

ڇا تون اَڳين ڪان پَرِي آنهين ڪُجھہ اَناسُ؟
ڇـو مـاڻـهـوءَ اتهاسُ تو ڏي اَڳـر تو ڪٿي؟

ڇـا هِي تُنهنجو روپ جـو چَنڊَ جيان آهي،
رفز پـيـو ڪـاهي، پنهنجي اونڌهِ اَنت ڏي؟

* هر شَيءِ بُجهي تِي نيت سرشٽيءَ اَنتَ تي،
پانياڻ مون ۾ ئي ڪائيَ آگ جَلي پَئي.
(مائِتري اُپنشد)

معنيٰ آهر دُکّ کي پَرَتُون ڪئن ڄاڻين،
جيسين تون آئِين ساڃهه آد جُڳاد جِي.

ڏکُ نہ ڏکٿهارَ ايڏا ڏکَ ڏسي ڪَري!
ڪِنهن جو ڏُکُ ڪئن تو کُپي هن ساري سنسارَ،
اِن تي ڪَر وِيچارَ سَنِسا سڀ پاسي ڪري!

روز نموريون نِمرُ ۾ نوريئَڙا ڪائي،
سڀ ڪي ڏيکارن پيا پنهنجي سَرهائي،
ڪاشيءِ اَجائِي ناهي هِن سنسارَ ۾ .

---

* سرشٽي - ڪائنات.

جيئين مون ٻه اکيون، تيئين تو سنسار ۾،
تو سان آءُ رکيون ڳجھه ڳجھاندر ڳالھڙيون.

سڄ لٿي جي جام، مان پيئان تو مان سرڪ،
منهنجي منهن تي مرڪ، تو کان لڙڪ لڪائيا.

هي سڀ ڪيئن ٿئي پيو تون ٿي تو جاڻين!
مون سان ساڙ ٻه تو رکين تي منهنجو ساٿي.
هاٿي اماٿين، تو ڪهڙي پولار ۾؟

ٻڙ کان اڳ ۾ ٻج، يا ٻج کان اڳ ۾ ٻڙُ؟
آءُ تہ جاڻان وڙ جو مان سان چايا ڪيو.

پاڇي جئن پويان پَيو، مونِ تي اکِ رکين،
ڇو نہ ڪڍهن ٿو ٿِين راهي، مَنهنجي روبرو؟

ايڏو ڏور بہ ڪونہ آ، ڇَوَن ٿا ٿو گانءِ،
هي جو مُنهنجو نانءِ اِن ۾ آ تُنهنجو اَجهو.

ڪئن ڇنجي تون ڪيرُ آن ڪئن ڇنجي مانَ ڪير؟
ڇا تون آنهہ مٿِيرُ يا مون سان گڏُ ٿو هلين؟

ڇا هي سارو موت جو پاڇائون آهي؟
مون تِيو ڪي ڇاهي، ڇو چيتاريو چِتَ ۾؟

ڪو بہ تہ ڏسي ڪونہ تو مَن ۾ ڪئن آئين!
بادل ڪَڏين ٻُرج جِئن تِئن مون تي ڇائين،
بوندُون برسائين، وَر وَر مون تي مَهر جُون.

سُس پُس ستاري، ڪنئي ڪاريءَ ٻاٽ ۾،
"جيئاري ٻہ اُهو جلهن، جيڪو تو ماري،
"اُن کي للڪاري، تو ڇا پاتو لوءِ ۾؟"

ٻُولي تُنهنجي ٻُجهہ ۾ ڇا پاتو آ مُون؟
اَڄ بہ آهين تون، مون لئہ اڳ ڪان اوپرو.

مان ڇا سَمجهان انتَ ۾ ڇاهي ٻُرائي!
ڇاهي چڱائي تون ٿي سمجهي تو سگهين!

تون ئي موت حيات ۾ نيڪي بدي تون،
تو ۾ منهنجو "مون" پهچي ويو پاڻ کي.

ڇپر جنهن مون تي هيو تنهنجو ڇانورڙو،
مون منُ بانورڙو تو کان ڇو ڇرڪيو پئي!

تنهنجي برائي ڇوان يا مان چڱائي،
تو تي ساري سوچ آ مينهنجي اجائي،
هي سارو سنسار آ تنهنجي اڪائي،
هر شيءِ سمائي ڳوڙها تنهنجي ڳجهه ۾.

تو کي ڏکاري مون ڇا پاتو آ پرين؟
تنهنجي سهاري سارو جڳ جيئي پيو.

نہ ڪي ڪنهن بہ اُپائِيو نہ ڪي ٿيندو ناسُ،
آهي هُو آڪاس اِتيئي، اِن جاءِ تي!

تون ئي هُو آڪاس آن تون ئي اُن جي ڪَهہ،
جيڪو تو ئهہ پَهہ آندو آهہ وجود ۾.

ڌرتي ۽ آڪاسَ تيَ تُنهنجو ڪيڏارو،
نوبتَ نغارو جنهن جو وڄي وڄ جان.

تون جئن سِجَ سَتاءَ ساٺوڻ جي آڪاس ۾،
ڪڏهن تَنهن ۾ تاءَ ڪڏهن جُهڙُ جَهلڪا ڏئي!

جڻ اوچي آڪاس کان مون لئہ متيرا،
هي تنهنجا پيرا، گهري نيري سمنڊ ڏي.

مون کان جي پل تو کسي هي جوتو جنسار،
ور ور جڻ ويچار تن جو تو ڏي تو وڃي.

"ناهين" چوي ڪير تو تون آهين، آهين!
ها، پر تون چاهين ڪنهن بہ تہ چاتو ڪينڪي!

اُيري تي آڪاس ڏي ڪيڏي سمنڊ اِڏامَ!
چو مون تنهنجي مام اَڄ بہ سمجهي ڪينڪي.

آهين يا ناهين، ڇو نه وَرائي ٿو ڏئين؟
مون کيِ تُنهنجي پريت ٿي ڇِڪي پَرانهين،
آخر تون ڇاهين مون تي ڇپر ڇانوَ جئن؟

ڏرتيءَ تي ڪيڏا ڏکڙا تو لئہ ڪاڙا مون!
مون کان اڄا تون ڇا لئہ لِڪندو ٿو وَتين؟

توڙي واري جندڙي مون تو تي پَل پَل،
پوءِ بہ سُوني ٿي لڳي ڌرتيءَ جي ديولَ،
اَڄ نہ مون کان اڄِ ڳُجهہ ڳُجهاندَر ڳالهڙي.

اَڇوتِي آهي اَڄا تُنهنجي جندڙي،
مون تو کي ڇاهي ڪو پاڇو اَپنائيو.

ڇاهي منهنجي وَسَّ ۾ آءُ تہ هان بيوس،
ايڏا نيَر انئڙا! پَل تون مون تي ڪَسِ،
نيٺ تہ ڪندين بسِ، ڏسِي وَڏِ وجود جا!

مَندر سڀ موهي ڇَڏيا، نچي نچي آنءُ،
پوءِ بہ تو وَٽ ڪونہ آ منهنجو ڇڻ ترٿانءُ،
اَڄُ بہ تُنهنجو نانءُ مون لئہ آهي اَجنبي!

ڏوهي بيڏوهي ڇا تون ئي سنسارَ ۾ ؟
ڇو تو مُنهنجي جندڙي مُرڪِي هڻِ موهي؟
تو مُنهنجي ڊوهِي آڏو اَڇِين ڇو نہ ٿو؟

سو ئي رکوالو هُيو سوئي ڇِپَر ڇَٽُ،
ڳاٽِي سمجهي ڳٽُ، جنهن کي لاٿُم لوڪَ ۾!

نَچِي نَچِي ناچُ تو لئہ پيرَ ٿَڪائيا.
تُنهنجي لاءِ ڪُماچُ اڄ بہ تو ڪارُن ڪَري.

مون کي بُڌين ڪونہ تون آءُ تہ اُهو سَڏُ،
آهن جنهن سان گڏُ ڪَتيون ڪارونڀار ۾!

مون جا پُڇي "چو" اڄ تائين آڪاس ڪان،
آهي جَنُ پولارَ ۾ تَنهن جو پَڙاڏو،
اچا مون کي تو، ڇا لَئہ تانهہ وَرائيو؟

هي منهنجا هَٿَ ڏس، جي اَڄ مُنهنجي ٻُڪ ۾!
سائين ڏي ساهَس، ڇُڪِي پيتي چاهَ مان!

مُنهنجون بيخوابيون اڄ تُنهنجي سوداءَ ۾،
جن کي مُرغابيون گهري نيري سَمنڊ ۾.

اُبي ۾ نَوَ لَکَ نينڻ ها اَجوڪيءَ اڌ رات،
مون کي تُنهنجي تات تارَن کان به پري نيو.

ڇو اَڄ تُنهنجي اکّ هَر هَر مون ڏي ٿي ڏسي؟
اِيئَن نه مون کي کَکِ واجَهه وِڄهي سنسارَ مان!

مان ٿي تُنهنجي بَنسري مون ۾ پُرين تون،
تو کي ڪِڏهن مون، ڏارَ نه سمجهو پاڻَ کان.

تارا ترن اُڀَ ۾ هـي چوڏارِي سانتِ،
آڏيءَ جو ايڪانتِ، مُنهنجو منُ موهي وئي.

هِن ڏرتيءَ جي ڏِير ۾ ڪوئي ڦيرُ نہ ڦندُ،
جتي آدي آنند آهي اُن جي سانت ۾!

اڄ ڪوئِي مون ۾ نہ آ اڳ وانگر طوفان،
مان جو سمندَ سَمانُ آهيان ڪيڏو ماٺ ۾!

تون مُنهنجو آواز آن تون جو آدي سُر،
هيڏيءَ ساريءَ سانت ۾ آ تُنهنجي چُر پُر،
هيئين مون هُرڪُر سَمند ٻُري جئن ڪوڏَ ۾.

مون مان چايو آنهہ اڳ، ڪيئي ڀيرا تون،
ڀيري ڀيري مون تو کي روپ نئون ڏنو.

جڏهن ڪوئي پڙلاءُ گمُ ٿئي ٿو سڏَ ۾،
مون کي آکي "آءُ" اِئن ٿو ڪو آڪاس مان!

ڪنهن جي آهہ نهار واريا‌سي جي واٽَ تي؟
ڇا هي ڪوئي مورُ آ اُن جي آهہ پُڪارَ؟
ڇا هِي مون ڪَنَ ڏار ڇُري پيو چوٽَ تي!

ڇا ڪنهن اَزلَ-آڳ جو تونَ آهين مَحرابُ؟
ڇا تون مُنهنجو خواب آن يا مان تُنهنجو خوابُ؟
تو لئہ روحَ-رَباب لرزي ٿو هر لوُنءِ ۾!

آءُ مسافر آهيان واٽون وڙينڍي،
منهنجا پير پٿون ٿيا تو لئہ تاتينڊي،
تو کي ڳوليندي آهيان اجا پَنڌ ۾.

دنيا اڪيلي انڌيريءَ اڌرات ۾،
سارو وقت سُڳنڌَ ۾ چَمڪي چنبيلي،
ٻانهَن نہ تون ٻيلي، تو کي ڳوليان ڪيترو؟

اونداهي اڌ رات واٽَ اَڪيلي وائڙي،
ڪيئي مَندر مسجدون جن تُنهنجي بارات،
پر منهنجي جا بات ڪنهن ٻہ نہ سمجهي ڪينڪي!

واٽهڙو وٽراهہ جو ويرانيون وڙيان،
پيرَ نہ ٿو ڪوڙيان تُنهنجي پُٺ تان پَنڌ ۾.

آءُ تڪو هان پنڌَ ۾ تون ئي مون ڏي آءُ،
صدين جو سوداءُ، سانپي ڪيسين سانپيان!

صَديون تون مون لاءِ جڻ ترسيو آهين پرين!
اَڄُ تہ تون نئن گاجِ ۾ سانجهيءَ سِڄُ سَماءِ!
پَڌرو ٿيءُ، پُڄاءِ، مون لئہ پَنڌَ پهاڙ جا!

هر چانئُٹ ٽيڪي منهنجو مَنُ اڳتي ويو،
پَل پَل مُگرا ڪيتڪيون تو ٽِپي چاڙهي ڪي،
اڄ تون ئي ڏي ڪي مون ڪي پُشپ پلاند ۾!

تُون مون کان ترڪِي وئين وَر وَر چاري تي،
مون تو کي چيتي ڪيڏا پَنڌَ پُڄائيا!

صديون ورڙي ميت، نيٺ ڪٿي ڏاڍو ڪنديندءِ؟
او شل، مُنهنجا گيت، ترسن تو لئہ توڙ تي!

تُنهنجي لاءِ وَڃي مُنهنجو تَن طنبورُ جئن،
روز نئيندءِ سنگيت ۾ مُنهنجو ساهُ کَڃي،
تُنهنجي ڪَڏَ ٻَڃي جِيئين جهونو واءُ جو.

مون ڪان سَوا ڇَڻ تون ٻہ تہ آنهہ اَڪيلڙو،
اَڄُ اَڄُ هاڻي ڪڻ مون کي اونهيءَ ڪَڏَ مان!

اجائي ناهي مُنهنجي ڳولا اي پرين!
ڪَڙو آهي ڪِيرڙتَر سِڄُ لِٽو آهي،
توڏي ٿي ڪاهي، مون سان ڇپ ڇلانگ ۾.

ڪيڏا مٺيءَ ٿَهہَ ڏِنڊَ -ڪَٿائِون ڪيتريون!
آ نيري آڪاس ۾ پوءِ بہ منهنجي ڪَهہَ!
مون ۾ تُنهنجا پَهہ پوئينءَ وِيرا ڪيترا!

ڪيئي پيرا پُلَ تو لئہ ڪَيَمر پَنڌَ ۾!
ٿاهِي سَگهيا ڪينڪيَ مون کي هيڏا هُلَ،
جيڏا ڪيڏا جُلَ مون کي ڏنئہ ماڳ ۾!

مان تُنهنجو پيرو وَڏا پَنڌَ پهاڙ جا،
ڏُوران ٿمڪن باهڙيون رَستو اَويرو،
توڙي تو ڏِيرو، مُنهنجيءَ وِڪَ وِرانگهہَ ۾!

مان ئي آهيان بانسري، مان ئي برندابَنُ،
تو ۾ مُنهنجو مَنُ آهي آدِ جُڳاد ڪان.

❁ جُلَ – لَمر، ڪوڙا آسرا.

* مان ئـي ٻـڙ جي ڇانوَ هان مان ئي سَدارَٿُ،
روڪي ڀنهنجو رَٿُ مون کي گهُورينديڻ گهٽو؟

تون مون ۾ ڪو گيت آن مون ۾ جنهن جي گُونجَ،
ڪارونجهر تي ڪُونجَ جَنُ ڪا ڪُر لائي پئي.

آهيـان آءُ اُڏار ۾ تـو ڏي شُعلي جـان،
اڳتي تون مون کان نڪري وينديڻ ڪيترو؟

"هَمہ اوست" هـزارَ وَتُ تَـنُ وايُون واءَ ۾،
تون جو دُور لڳين پيو مُور نہ مُون کان ڌارَ.
تُنهـنجـي لاءِ ڌڪارَ دَر دَر ڌڪـا پَندَ ۾.

* سدارِٿ – گوتم ٻُڌ

ڀـهـراڙيءَ ۾ تـو ٻُـڌي سَــرَ ۾ سورجُ جيئَن،
تـو پڻ مون ۾ تيئَن سَهَسين رَنگَ سَمائيا.

آءٌ تـہ هـن آڪـاسَ ۾ ڪـيـڏو تو ٻُـٽ تان،
پـيـو سَڏَ ڪيـان، تون جو ٻُڌين ڪونہ ٿو!

جي ڪنهن دَرِ مان تو لنگهان اِئين تـو ڀاسي،
ڪوئي مون پاسي، مون سان گَڏجي ٿـو وڃي!

جتــي بـادلَ ٻـرجَ اُتــي تـِون آهــين ڪِٽي!
تـو لئہ منهنجيءَ گُهرجَ ڏونگر ڏوريا اُپِّ جا.

ڳِلي نــاهہ ڳِلي تُنهنجـي پيـري کـان سـوا،
تـو سان آءٌ مِلي سـارو ڳُجهہ سُجهـائيو.

آهـي تيـزُ اُڏارَ مُنـهنجـي اوچـي اُڀَّ ۾،
جَـڻ منهنجـي پـروازَ لئہ واجَهہ وڏا سنسارَ،
جـڻ مـون ڪَـتـيءَ ڏارَ اڄ آڪيـرو آڇيو!

تـون جو مُنهنجو مُنتظر مُڙان تـو تـو ڏانهن،
جِيئن ڪـوئي ڪانـهُن مَدماتي مهراڻَ ڏي.

ڇَنُ تـون آهـيـن ڪيرُ اڻ-ڄاتي آڪاسَ ۾؟
ڏرتيءَ تان تنهنجون ڪٿيَ پهتو آهيان پيرُ،
آهـيـن ڪـيـرُ مـتـيرُ تارا جنهن جي راهہ ۾ ؟

تو سان آءُ گُهمان پيو ڪَتيءَ ڪِپَر تي،
مون ڪان مُور ٿِيو نہ آن پِرين تون پَرتي،
توڙي سفر تي گهرَ مان نڪتين ڪينڪي.

ڇا تو مُنهنجيءَ راهہ تي ڏنا ستارا،
نوري نظارا اَٿ -ڇاتي آڪاس ۾؟

اَندرُ ڪنهن آڙاهہ جئن ڇَرڪي ٿو تو لاءِ،
مون تي مينهن وَساءِ آڳَم اوهيرا ڪري!

ان جو پرلئہ ڪان اڳي آهي ڪو پڙلاءُ،
آءَ هلي اَچ آءُ تون مُنهنجي سنگيت ۾،

او شل! مُنهنجا گيت، ترسن تو لئہ توڙ تي!
صديون ڏوڙِي ميتَ، نيٺ ڪِٿي ڏاہو ڪنديِن ؟

جڳ ۾ اهڙي شيءِ نہ آ نيڪي برائي،
تو ۾ سمائي ساري سُرت سنّاوَ جي.

اڪٺ نِڪتَ سوچَ ۾ تُنهنجا ٻَرن تا،
مون ۾ ترن ٿا تُنهنجا ڪيئي ترورا.

ٻانهون وَڌائي تو ڙِ ستارا اُبّي مان،
پنهنجيءَ امر لاٽ مان تيڙو تمڪائي،
وَري اچ ڳائي مِلُ ساري ماندڙ سان.

ماں ئي هان منجهڌارَ ۾ مان ئي ڪپرَ تي،
جِئَن پَنچِيِ جَرَ تي تِئَن هِي مُنهنجِي جنِدڙي.

ڇا مون ۾ ڪائي ڪَمِي يا تو ۾ ڪو کوٽُ؟
ڪاريءَ ڪتيءَ موٽُ مونَ وَٽَ مُنهنجي ولهه ۾!

ڪارَن گُلابَن جڏهَن رُتَو ماڪَ ۾،
تُنهنجن حجابَن مَتون ڪان پردا واريا.

تون ئي آن هر ڳالهه تي، تون ئي منهنجو ڳانءُ،
تون ئي مُنهنجو تانءُ، تون ئي اُن مان آجپو.

تو کي پائي ڇا ڪَندس؟ آءٌ تہ تُنهنجو پَنڌُ،
سائين! تو سوڳنڌُ متان اڇين وِيجهڙو!

تون جون مون کان ڏورِ، مون کان مون کي ويجهڙو!
آءٌ مگر مجبورَ لَهي لَهان ڪينڪي.

ڇو تو جاڳائين، موٽائي ڏي نِنڊڙي!
تون ڇا تو پائين، ڳاءِي آءٌ ٿُٽي پوان!

سياري جي اُسَّ تون اونهاري جو جُهڙ،
ڪَيمَ ڪيڏو لُڙ تو کي سمجهِي ڪينڪي.

جهونجهڪڙي جو جهيرٽا مَهي ولوڙِن،
پيرَ نهِ پَر ڪوڙِن جيڪي ٽُنهنجي پَنڌ ۾.

تو جو مون کي اُڄَ ۾ پيرِي ڪوسَ ڏنا،
مُنهنجا نينَ پِنا پانهون پاڇهاريون ڏسِي.

ڪڏهن سيڪجهه آنهه تون، ڪڏهن ڪجهه ناهين!
آهين ئي آهين، تون جو مُنهنجيءَ کوجَ ۾.

هڪ چوليءَ کان سَمنڊَ ۾ پيءَ چوليءَ تائين،
ڇا آهي سائين مان ڪئين ڄاڻان جيئري!

مان ئي تُنهنجو تِيرُ هان، تون جو شڪارِي،
مان پنهنجو مارِي، تو تي ڏوهُ نہ ڏيهَہ مِ.

سَدا اهڙيءَ سپَّ جئن لڳو آهين تون،
موتِي منجهارون جَنهن جي ڪُنا ڪينڪي.

هاڻِ تہ لَتي سِجَّ جا سَوين رنگ تلاوَ،
تُنهنجِي پوئِيَن تاوَ رَتا سَپنا ڪيترا!

ڪيئي رنگَ سُرنگ ها ڪيئي ليپَ اليپَ،
مون تان تُنهنجا ڪيپَ لهِي لَهنِ ڪينڪي.

توڻ سورج آن، آنءَ جَئِنُ سورج مُکيءَ کيتُ،
منهنجو هر هڪ بيتُ ٻَري تُنهنجيءَ ٻاجهه سان.

تون جو ڏيئي لاٽَ جئَن مون ۾ ٻَرين ٿو،
ڇا لئه ڪَرِين ٿو مون لَئه اوندهه اَوچتو؟

ڇا هِي تُنهنجو ٿِي سگهي ٿو پويون اندڪارُ؟
سِورِجَ جو سنسارُ تون جو مُنهنجي سوچ ۾؟

مُنهنجيءَ ڪَوتا ڪي ڏنو تو ئي اُجيارو،
تُنهنجو اندارو مون لئه مُنهنجي آرسي.

چَئُ تون ايڏيءَ ڏيرِ سان آيو آهين ڪيرُ؟
ڪَڄي پيو پيرُ جنهن جو مُنهنجي ساهه ۾

هي سَڀ تُنهنجي ٻاجَهه جُون ٻرانگهُون آهن،
مون لئه ڪجهه ناهن سارا پنڌ پهاڙ جا.

تُنهنجون نگاهُون مون تي پارِس جان پيون،
هاڻي سڀ راهُون اڳتي آهن سونَ جان.

آهي تُنهنجي نانوَ سان چوڌارِي ٺَــڌڪارُ،
اونهاري جو وارُ مون تي ٿِئي ڪينڪي.

ڇرڪي، تُنهنجي نانوَ کي "نہ" ۾ لَپيٽي،
مون تو کي ريٽيو آخر ڇا پاتو پرين؟

ڪيئي مُلان مولوي، ٻَهون ٻولَ فقيهہَ،
اِنهيءَ ساريءَ پيهہَ مُنهنجو رستو روڪيو.

آخر مون پاتو تو کي سانجهيءَ سُونهنَ ۾،
تو سان مون ناتو جلدِي ناهي جوڙيو.

جڏهن ٻيڙا ٻارِ ۾ ٻُڏڻَ لڳن ٿا،
توتي تڳن ٿا، اڻ-سونهان اوڙاھہ ۾.

سانونءَ -جُهڙ جئن تي وسي مون تي تو معافي،
تون ئي هڪ ڪافي، مون سارو جَڳُ واريو.

تون جاٿين مون ڪيئَن تو بِن ڳهاريا ڏينهڙا،
هُئين هِئين سِيئن اُوندهہ اَندوڪارَ ۾ .

وَسي ويروتارِ تو مون تي تُنهنجو مينُهن،
تو بِن هاٿي ڏينهُن آرهڙ جي اُس وانگيان.

پَنڌُ نہ پوسَر تو ڏئي هاٿي دنيا جو،
اَجاٿپ-آجو، مون ڪي ڪَيئہ مَهر سان.

تُنهنجي ساجَهہ کان سَواءِ آن ۾ ڪتي پورو!
آهي اَڌورو سپنو هن سنسار جو.

هاڻي تو ڄاڻان تون ڪو سنسو ڪونہ آن،
مُنهنجي پُڄاڻان آهين مون سان پَنڌَ ۾.

تون تہ سدائين واهرو ڪڏهن نہ ويري،
ڇايا سَرسيرِي تُنهنجيءَ تتيءَ واٽ تي.

ڪُجهہ تہ آهين جو چيو تو لئہ مون "ناهين"،
ها، پر تون ڇاهين مون لئہ ڪنهن نہ سُجهائيو.

منهنجا ڦوڦينـدا ڏسـي جڏهن ڪَهل پَيَئہ،
مُنهنجـي لاءِ ڪَيَئہ راڳُون ريشمہ وانگيان.

ڏاڙهيون مُنهنجي ڏيهہ ۾ سڀ تُنهنجون ويرِي،
تِـن ڪان مٿيـري ساڃهہ تُنهنجـي سُپرين!

مون کـي تُنهنجي نانوَ، ڪيڏا نانوَ ڄپائيا!
آيس تُنهنجي ڳانوَ، ڪيڏا ڳانوَ ڳهمي ڪَري! ✿

مون وَٽ تُنهنجون ڪيتريون ڳالهيُون اَڻ-ڳاتَل،
رَستا سُڃاتَل، پَر مُون پيرَ نہ پَنڌَ ۾ .

✿ ڳِانوَ، ڳوٺ

تو مِ مان "مان" تو ٿيان، مان موتي تُون سپ،
آءُ ڪنو تون ڪِپ، ڄرڪان تنهنجي جيءَ ۾.

ڇا لئہ ڪوَ لاٿين پيو مون کان منهنجو مُک،
ڇا هي سارو ڏک تو مون کي ناحق ڏنو؟

تنهنجو ٿايو مون مٿان، بادل پرجن جيئن،
ڪنهن کي سَليان ڪيئن تنهنجي سارِي ڳالهڙي!

جر جي ايڏي جهاجهہ مون پنهنجو ٻُڪ ڀُوٽيو،
واٽڙين تي واجهہ تو ڪيڏا آڪاس مان!

آ ساري سنسارَ ۾ ڄڻ تُنهنجو نالو،
ڇوڏَس،شِوالِو ٻَڄنَ ڪيڏي ڀاوَ سان!

وَر وَر مُنهنجي ڪَنڻ مان اَچا، تو ڳائين،
تون ڇاتو ڀائين، مون کي پورڻتا ڏَئي؟ ❁

ڇا تون ڪوئي گيت آن اڳتي ٻوليءَ کان،
جنهن جي سُر ۾ مان چاهيانِ جي وِهنجي سڳهانِ؟

تو تائين ڪٿن پهچندا هي جي مُنهنجا ٻولَ،
تون جو مُنهنجا ڍولَ ٻوليءَ کان ٻاهرِ هُئين!

❁ پورڻتا - پُورن (پورڻ) مان اسم - ڪَمال

ٻولي تو تائين پهچي پهتي ڪينڪي،
مون توکي سائين چيتاريو آ چپ ۾

هيءَ جا منهنجي ساهه ۾ آهي اونهي ڪڏ،
تنهن مان منهنجا سڏ جا تو ٻڌا ڪينڪي؟

مون چاهيو ڪنهن ريت مان تو تائين پهچان،
تون جو آهين "مان"، مون ڪان مون کي ويجهڙو.

نيٺ تہ تنهنجي جيت تي نيٺ تہ منهنجي هار،
مان ڇا آهيان؟ ڇار، ٻري پوءِ ٻجهي وڃان!

چيا تون لکي پاڻ کان پَسائين تو پاڻُ؟
آهيان مان اڻڇاڻُ اچ تائين اِسرار جو.

اوچاڳي ۾ آءُ مَتان ننڊَ اچي وڃي!
مان تُنهنجو سوداءُ سِر ۾ کيسين سانديان!

اهڙا نيڻَ ڪٿان آڻيان جو توکي ڏسان!
توڙي ڪانڪي مان تُنهنجو آدجڳاد کان.

وَر وَر "ٿوڻُ" ٻڌي ڪَري، مون سان رَنج نہ ٿيءُ،
هيلَ تہ چيو "جيءُ". توکي آنءُ جواب ۾ .

اوّل آخر تون، تون ئي وچ ۾ ناڪئو،
توڙي ٻيڙي مون، تاري ڀِئي تارَ ۾.

اڇا، اڇا اوت، سڄُ ڀيالي ۾ ڀرين!
جيئين تُنهنجيّ جوت، اونده ۾ اُڀَري اچي!

ڇا مون هارايو؟ ڇا تون گوءِ ڪٽي وَئين؟
ڪيڏو شرمايو آ مون ڀَنهنجي ڀاڻَ تي!

ڏڪَ ڀئي ڏيکارجي تُنهنجي ڀراهين،
ڇَو تون ڇا آهين "تانه" سَمائي ڀاڻ ۾؟

اِن ڪـي مـوڙُ نـہ تـوڙُ آن تـو ڏِي پَنڌُ وَڌو،
مُنهنجـو جيءَ جَلو، پوءِ بہ رڙهندو ٿو رهي!

وڃان ٿـو ويسـاهَ سـان اونداهــيءَ ۾ آنءَ،
مون ۾ تنُهجو نانءُ چمڪي ٿو جڻ چَنڊَ جٿَن!

تونِ ئي سوپارو ٿئين، مـان ئــي هـارائِمِ،
ڳِـچـيءَ پـارايـمُ، تـوکي هارُ هٿنَ سانَ.

تـون تـہ سدائيـن سَـڏُ آءُ پڙاڏو ناهيـان.
تَـوڙي تـونِ آن گـڏِ آءُ نہ سَنيران ساٿَ ڪي!

ويڳاڻو جڻن پيءُ ڪان سوا ڪوئي ٻارُ،
تئن سارو سنسارُ مون کي تو ٻن ٿو لڳي.

تون جو مُنهنجو انت آن تون جو مُنهنجي آدِ،
ڇو مون توکي يادِ، اڳ ۾ ڪيو ڪينڪي!

## وائي

چوري ليسُوڙا پٽ نہ ايڏيءَ اُسَّ ۾!
ڏسُ، آرهٽ جي سِجَ ۾ ٻرن ٽا ٻُوڙا!
تو جٺن جنبَ مٿي ڪنئين چِمڪن ٽا چوڙا، ✿
جهانڪِي ٽُنهنجا جَهنگَ ۾ ڪيڏا وِسوڙا!

---

✿ جِنبَ- ڦوڙُ، نندو پٽر يا ٽڪرُ پٽرُ.

## وائي

چَنڊ چيو ڇا چانڊوڪيءَ ۾ ؟
آنءَ نہ ڄاڻان!

ڳالهہ ڪَئي جنهن ٻِي ٻوليءَ ۾،
آنءَ نہ ڄاڻان!

آهہ ڪِٿي هو اونداهيءَ ۾،
آنءَ نہ ڄاڻان!

جوت جَلِي ڪئن هِن جي جيءَ ۾ ؟
آنءَ نہ ڄاڻان!
آنءَ نہ ڄاڻان!

وائي

ڪويلڙي ڪوڪي.....

آڏيءَ جـــــو آواز ۾،
ساهُ سچـو ڦـوڪي،
ڪويلڙي ڪوڪي.....

ڏارُون اُن جـون اُبيَ ۾،
ڪونـہ ڏنـيون توڪي؟
ڪويلڙي ڪوڪي.....

ڪنهن جي لاءِ صليب ۾،
ڪـوڪـا تـي ٺـوڪـي!
ڪويلڙي ڪوڪي.....

## وائي

اوچـــو ڳـاٽُ تـــہ ڏِسُ!
* سَـرتـا، مـارِ نـہ سانهِہ کي!

تـــہ ســـارو آ تِـــرورا
پــاٽــيءَ پــاٽُ تــَہ ڏسُ!
سَرتا، مـار نـہ سانهِہ کي!

ڪنهن هي رنگَ مـلائيـا،
سِـنـڌوءَ گـهـاٽُ تـہ ڏسُ!
سـرتا، مار نـہ سـانهِہ کي!

پانهيُون، پَهڙا، نينگريون،
تِـن جـــو نـاٽُ تـــہ ڏِسُ!
سَرتـا مـار نـہ سـانهِہ کي!

---

* سانهہ – پاڻيءَ جو هڪـ پکي

وائي

ڪائِي سَمجَهه تہ ڏار!
ايئِين تون نہ اُڏارِ
ڊِانڊِيئڙي ڪي لامَ تان!

نيٺ تہ پولي پولڙيون،
اُڏري اُفق پارِ
اِيئِين تون نہ اُڏارِ
ڊِانڊِيئڙي ڪي لامَ تان!

ڇائيندي وَٺڪار تي
اُونده آخر ڪارِ،
ايئِين تون نہ اُڏارِ
ڊِانڊِيئڙي ڪي لامَ تان!

وَهندي رَهندي واءُ ۾
نڌِي تارؤن تارِ،
ايئِين تون نہ اُڏارِ،
ڊِانڊِيئڙي ڪي لامَ تان!

* ڊانڊِيئَڙو - هڪ ننڍو پکي، جو وڏو لڙڪندڙ آڪيرو ٺاهيندو آهي. اتر ۾ اُن کي مَن-مُوسڙو بہ چوندا آهن.

وائي

هِـي جـو ڳـاڙهـو ڳـبُ
اُن کـي چـورا چـو پـَٽيـُءَ؟

مان ڀانيان سو لعل هو
ماٺـهـوءَ لـئـہ اَڻ ـلَـبُ
اُن کـي چـورا چـو پـَٽيـُءَ؟

وَر وَر آهـن وائـڙا
تـوڏِي گـهـوري سَـبُ،
هـو جـو ڳـاڙهـو ڳـبُ
اُن کـي چـورا چـو پـَٽيـُءَ؟

### وائي

وِڙهين ٿو ڇاڪاڻَ،
آنءُ تہ وانهڙو ميان!

مون کي آندو ياڳَ ڇو يُلِي تُنهنجي ياڻ؟
مون ڪلهہ گيت ڇياً پَئي تو ڇيو، "تَندُ نہ تاڻ!"
او شل! هي اَمرتَ ڇَکينَ ڪَلي ڪولِي هاڻ!
آ$ وڃان ٿو، پاڪڙي وانگر چَندُ اُماڻ!

آنءُ تہ وانهڙو ميان!
آنءُ تہ وانهڙو ميان!

## وائي

ووءِ، ووءِ ڪـنـديـن ووءِ
مـون پڄـاڻـان سُـپـريـن!

ڏُور اُفق جي پار ڪـا لَـهـڪـي پَئي لوءِ!
ڇـو تُنهنجِي ڳِينوارَ اِئن جڳَ کان ڪنئِي گوءِ؟
ڇا کـان مَنهنجـي جيئَڙي مون کي نہ ڇاتوءِ؟
ساريندِيُون تُنهنجون صديون، مون کي مون کان پوءِ،
مـون پڄـاڻـان سُـپـريـن!

وائي

* سُرٽا سُرَن تا
سانجهي! تُنهنجيءَ سانت ۾
ڪنهنجا سڏڙا پارَ تان
مون ۾ پُرن تا
سانجهي! تُنهنجيءَ سانت ۾
ڦٽ ڄڻي ويا ها، وري
ڪيڏو ڪُرن تا
سانجهي! تُنهنجيءَ سانت ۾
⊙ سَپنا ڪَلرَ - ڪيت جئن
ويندي پُرن تا
سانجهي! تُنهنجيءَ سانت ۾

* سُرٽا - سَپَ
⊙ ڪَلرَ - ڪيت: ڪيت جنهن ۾ فقط ڪلر پيدا ٿيندو هجي.

وائي

هـــيءَ بـــ پَتَـــڻ پُـــورُ
آنءُ لَـنـوايــو ســاتـيــو!

آنءُ اَڏوري پَـنــڌَ مِ مــاڳُ نـــ ڇـڏيـان مُـــور،
ڇـا هــو مـلنـــدو واٽَ تـــي هــوُ جــو ايڏو ڏُورُ!
ڪيئن ڇئجي مون کي ڪڏهن موت ڪَري مجبور!

## وائي

جيڪي پنهنجي ڄمر سان مون آ وڃايو،
مون کي ملندو موت ۾.

ڪيڏي ڪارونڀار ۾ ستارو آيو؟
چمڪي، ڪاري باٽ ۾ ڦري سمايو،
ڇا هُو اونداهي ڪار ۾ آهي سجايو؟
ڇا اونهي آڪاش ۾ آ ڪجهہ اجايو؟
ڪٿن چئجي، مون سان وڃي، مون جو پرايو!
جيڪي پنهنجي ڄمر سان مون آ وڃايو،
مون کي ملندو موت ۾.

## وائي

ڪَڪَر جنهن ڪانڪِي، هيءَ چانڊوڪي چَنڊَ جي!
متان پائين اُبِّ ۾، ٻيهر ايندِي هي!
هيءَ چانڊوڪي چَنڊَ جي!
نسوريءَ نيراڻ جي، ڇاڇَر تي ڇانئي،
هيءَ چانڊوڪي چَنڊَ جي!
پِپِرَ! تنهنجي پَنَّ تي، ڏسان آنءُ ڇُهي؟
هيءَ چانڊوڪي چَنڊَ جي!
ڇا ڇا منهنجي ذاتِ ۾، ڪِن پلَ لئہ چمڪِي،
هيءَ چانڊوڪي چَنڊَ جي!

### وائي

تون ۾ تُنهنجو تَنُ! مونُ ڪان وسرين ڪينڪيِ!
ساري راتِ رهاڻ ۾ توسان منهنجو مَنُ،
مونِ ڪان وسرين ڪينڪي!
پوئين پَهر گلابِ جئن مهڪي ماڪَ-بدنُ،
مون ڪان وسرين ڪينڪي!
باک ڦُٽيءَ تو اَنگڙا ٽِانگر جيئن ٽڙَن،
مون ڪان وسرين ڪينڪي!
واسي ويو هر ساسَ کي چوٽيءِ جو چَندن،
مون ڪان وسرين ڪينڪي!
ويندي وقتِ ڳِراٽڙيون گهَر ڳچيءَ تي ڪَن،
مون ڪان وسرين ڪينڪي!
اَسُرَ-چندُ چُمي پيو پرين تو پيرن،
مون ڪان وسرين ڪينڪي!

## وائي

تون ئي واڳون وٽُ!
مون کان رَٽُ نہ روڪجي.
سَرهو هِن سنگرام ۾
ڪيسين ڏوڙي هٽُ؟
مون کان رَٽُ نہ روڪجي.
تاڙي تارَن چانوَ ۾
مونِ لئہ تو ڪو مَٽُ!
مون کان رٽُ نہ روڪجي.

وائي

اجا وَڄ نــــ تـــون،
الا وَڄُ نــــ تـــون!
منهنجو من تو آسري.
ٿـَـڪر ٿاڪينڊي ٿيا مُنهنجا هَٿ لٿون،
منهنجو من تو آسري.
وَرَ وَراڪـا ڪـيترا مُنهنجا پيرَ پٿـون،
منهنجو من تو آسري.
اجا روڪـِن ڄالَ ڪان پـيـوُن روز ڇپـون،
منهنجو من تو آسري.
ڇَپـر منجهه ڇڏي ويا ڪيڏا ساٿـي موُن!
منهنجو من تو آسري.

### وائي

هي جي گهڙيون ڏُکّ جون ڪنهن ڪئن سَرچايوُن،
ڪُھ چاڻان سنسارَ ۾!
ڪاڏي سَڀُ سانجهيون ويون شَفق ڪي چايوُن؟
ڪُھ چاڻان سنسارَ ۾!
پاٽياريون سڀ پَنڌَ ۾ واريءَ وڃايوُن،
ڪُھ چاڻان سنسارَ ۾!
اوندھ واريون اوچتو ساريون پَرچايوُن،
ڪُھ چاڻان سنسارَ ۾!

## وائي

جي تون اُڏري چَنڊَ ڏي، پٽ تي نهارين،
ڏرتي ڪيڏي موهڻي!
هن ساري سنسارَ تي، جي تون ويچارين،
ڏرتي ڪيڏي موهڻي!
اُن تي پويان ڏينهڙا جيڪي ٻہ گهارين،
ڏرتي ڪيڏي موهڻي!
۽ نيري آڪاس ۾ جڏهن نهارين،
ڏرتي ڪيڏي موهڻي!
جي هر ڪائي اَمرتا اِنهيءَ تي وارين،
ڏرتي ڪيڏي موهڻي!
جڏهن گُلَ چِٽي وڃن اُنهن کي سارين،
ڏرتي ڪيڏي موهڻي!

## وائي

ويندوسانءِ تہ وائڙا ڏاڍو ياد ڪَندين،
ڏاڍو ياد ڪَندين!
مون تي سوچي آگريون ڏيندين روزُ ڏندين،
ڏاڍو ياد ڪَندين!
سِجُّ جڏهن سَر ۾ ٻڏو هوندين جنهن بہ هَنڌين،
ڏاڍو ياد ڪَندين!
جڏهن پکي واءُ ۾ ڳائيندا ٻُڌنديـن،
ڏاڍو ياد ڪَندين!
پيرا مُنهنجا واٽَ تي ڏُکَّ وچان ڏسندين،
ڏاڍو ياد ڪَندين!

## وائي

جيڪا اِئن ڪوڪي،
آهڙيءَ ڪويلِ ڪي،
ڇو تو مارين ڪَنڪِريون؟

سائي تاري انبَ جي
جنهن جو سڏُ سُٺي،
آهڙيءَ ڪويلِ ڪي
ڇو تو مارين ڪَنڪِريون؟

ڪوڏَ اتانهان رات جا
جنهن جي ڪوڪَ ٺپي،
آهڙيءَ ڪويلِ ڪي
ڇو تو مارين ڪَنڪِريون؟

راهون روشن تي وجن
ٻَهه ٻَهه ايئن ٻري،
آهڙيءَ ڪويلِ ڪي
ڇو تو مارين ڪَنڪِريون؟

## وائي

❁ لاڪي چاجيءَ ڪي
آخر چو چَئجي،
پرڙا سيڪ نہ سڄ ۾!

اُڏري ويندو اوچتو
لَهڪي لَهرين تي،
لاڪي چاجيءَ ڪي
آخر چو چئجي
پرڙا سيڪ نہ سڄ ۾!

۞ ڏسجي ڪيسين چُنج سان
جرِ ڪي جُهونجهاڙي
لاڪي چاجيءَ ڪي
آخر چو چَئجي،
پرڙا سيڪ نہ سڄ ۾!

هيءَ اُپائٹهارَ جو
پاچائون آهي
لاڪي چاجيءَ ڪي
آخر چو چَئجي،
پرڙا سيڪ نہ سڄ ۾!

---

❁ لاڪو چاجي – سَمنڊ جو هڪ اڇو پکي، (Flamingo)
۞ چُنج – چهنب

وائي

وَر وَر مون واڪا،

ورچي ڪَيا ولهه ۾.

چانگي سان گڏُ چَنڊُ تو چڙهي چاڙهاڪا،
پوءِ به ڪُٺن ڪونه ٿا ڏونگر جا ڏاڪا!
سُپيريان جي سارَ جڻ سفر ۾ آ ڪا!
منهنجا گيتَ ڏيَن پيا مون کي سزا ڪا،
مون ڪان واٽ وِرانگهه ۾ وِسري وَئي ڇا ڪا؟

وائي

واريِ ئــــي واريِ،
*غــوشــي لُـونـاريِ، ماريپـور تـــي سِـجَّ ۾ .
آهـي ڪـيڏا تــروار،
سـامُــونــڊي ڪَاريِ، ماريپـور تـــي سِـجَّ ۾ .
چمڪي ٽي مون ڏي ڏسي،
ڏَرتـــي تـــي ڏاري، ماريپـور تـــي سِـجَّ ۾ .
ڇا هِي ساڳي سنڌُ آ،
ٻِنءِ جنهن ٽي ياري؟ ماريپـور تـــي سِـجَّ ۾ .

* غوشي – هڪ ذات
لوناري – لوڻ ٺاهيندڙ

وائي

لڪيءَ جَبل تي
ايندڙ ويندڙ ڪي
پاڻي شال پيارئين!
ڪيئي ڳاٽ جهُڪي اچن
تُنهنجيءَ ڪَلِيءَ تي
پاڻِي شالَ پيارئين!
جڏهن سِجُ تَپِي وڃي
لُنءَ لُنءَ لَهسائِي
پاڻي شال پيارئين!
او شل! پَوَن مينهڙا
دُکيءَ ڏيسُ وَسي!
پاڻي شال پيارئين!

وائي

دادُوءَ پـتـڻ تـان

مـتـان تـون موٽـي وڃين!

تـون جـي لَهين لوُٽَ تي هارِين هاڻ متان!
تـو لئہ ڪيڏيءَ تانگهہ سان بيٺو آهيان مان!
جهانگيليءَ جا جِهينگرِو ڇو ايڏي "ٽان، ٽان"!

---

لوٽ- مٿاهين ڪلراٺي زمين
جهانگيلي- ننڍو جهنگ
جهينگر- ڏيڏر

وائي

ڏاڙهيــاڙو ڏيــڪـــار،
پيـرَ اچان مـون پَنڌَ ۾ .

چانڊوڪـيءَ ۾ چَنڊَ جي
چاڙهـي چـوٽَ، جيـار،
پيـرَ اَچان مـون پَنڌَ ۾ .

اُن جـو پَـبُ پـري گهٽو؟
مـون کـي ايئن نہ مار!
پيـرَ اَچان مـون پَنڌَ ۾ .

او شل! مون کي ماڳ تي
پهچـائيـن تـون پـار!
پيـرَ اَچان مـون پَنڌَ ۾ .

وائي

* چوري، هي آيون
ايئين ڪاءَ نه تون
ويهي هُن جي واٽَ تي!

ڳوٺي ڳالهيون ڪنَ پيا
گهرَ گهرَ ۾ تُنهنجون –
چوري هي آيون.........

پريت ڪبي جي وائُکي
يون يون تيندي يون –
چوري هي آيون.........

ايندي ويندي ٽؤنڪ کي
ڪيسين لنوايون؟
چوري هي آيون؟
ايئين ڪاءَ نه تون
ويهي هُن جي واٽَ تي!

* آيون – جوئر جا سيڪيل سنگ

## وائي

ڏرتيءَ ڏنارن ڪيڏا وڳ وڇوڙيا!
ڪُوڙا ڪيڏي چاهه مان تِن ڪي چُڇڪارن!
ڏکوين کي ڏاڻ ٽا ڏُوران ڏيکارن!
وَر وَر هاڪاري هَليا اونداهَن چارَن!
او شل! ڪوئِي تَڙُ ڏَسِي اڳ جڻن تاسارَن!

## وائي

مينهُن ٻہ ٻوڙان ٻوڙُ، اَچُو آ هن ديسَ تي.
ڪَراچيءَ هـر ڪُنڊ ۾ ڪيڏو نانهہ وِڳوڙُ!
هوُنءَ تہ ساري سِنڌُ ۾ گهر گهر آهي گوڙ،
ٺَڪ ٺَڪ جا بندوق جِي ٺُنهن جو ڪوئِي توڙُ؟
ڇا اڄڪلهہ تاريخ جي آهي ڪوئي موڙُ؟

## وائي

مون کي معاف ڪجانءِ
مون کي ننڊَ اَچي پئي.
اجا ڪيچُ نہ اوڏڙو جيڪَرَ ماَن بہ هَلانءِ،
مون کي ننڊ اَچي پئي.

اڳتي پَنڌ پهاڙَ جا ڏونگَرَ نہ ڏرجانءِ!
مونَ کي ننڊ اَچي پئي!

هِي جي مُنهنجا گيت، تون تن ۾ مون کي پانءِ،
مون کي ننڊ اَچي پئي!

تيسين توسان قافلي جيسين تيندين ٿانءِ،
مون کي ننڊَ اَچي پئي!

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻُو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَـرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سـگهن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مـان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڳڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ جاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پَن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)